# جلاوطني

[ اصلوکو سنڌي ناول ]



ليکڪ:- موهن ڪلپنا

سال: آگسٽ ١٩٧٤]          [ قيمت: ٽي رپيا

ڪونج پبليڪيشن

٤، گريٽ ويسٽرن بلڊنگ، اپولو اسٽريٽ، بمبئي-٤٠٠٠٠١

Jalavatni          Novel          Mohankalpana

Koonj   Publicatian          Rs: 3_0

## موھن ڪلپنا جا ڇپيل ڪتاب

| ڪتاب | قسم |
| --- | --- |
| ١- اَڃا رات باقي آ | رپورتاژ |
| ٢- آواره | ناول |
| ٣- لڳن | ” |
| ٤- زندگي | ” |
| ٥- وشواس | ” |
| ٦- پٿر جو جگر ميڻ جي دل | ” |
| ٧- عورت | ” |
| ٨- رڃ ۽ پاڇا | ” |
| ٩- پيار جي پڇاڙي | ” |
| ١٠- سرڳ جي ڳولها | ٻارن لاءِ ناول |
| ١١- جلاوطني | نئون ناول |
| ١٢- موهي نرموهي | ڪهاڻي سنگره |
| ١٣- چانڊني ۽ زهر | ” |
| ١٤- فرشتن جي دنيا | ” |
| ١٥- نظرياتي ڪشمڪش | شخصي - تنقيد |
| ١٦- فنڪار ۽ فيلسوف | سڄڻ آهو جا تي |

---

سمپادڪ: هري موٽواڻي - وشنو ڀاٽيا

ڪور ڊزائن:- شيام جئسنگهاڻي

چيف پيٽرنس: پروفيسر رام پنجواڻي

شري ناري گرسهاڻي، شري شنڪر- بي- سي،

شري رام دادلاڻي، شري سي- ايل. ميرچنداڻي.

# منهنجو دوست، منهنجو دشمن!

ها، اها ٺيڪ ڳالهه آهي! جو شخص منهنجو دوست
آهي، جنهن جي لاءِ ٿي، وڏائي ۾ مون ايسار وانگر
سڏڪا ڀري رنو نه آهي، نه پاڻ وانگر محسوس مون نه
ڪيو آهي- سندس ڪن ڳالهين تي کلڻ وڃان ڪيا نه ڪئي
آهي ۽ روئڻ، لوڪ ڏسڻ وٽ نه ڳالهايو آهي- اهو
منهنجو دوست آهي- ٻه ڪن وقتن تي مون کيس پنهنجو
دشمن نه سمجهيو آهي؛ سڄو آهي، جيڪو آهي- دشمن آهي
جو، مون سان گڏ ڀڄيو آهي- ڪنهن رليو کنيو آهي،
ڦٽڪيو آهي. ڪلاس ۾ ساڳي بينچ تي ويٺي ڳالهيون
ڪندي ماستر جون ڇڙٻون نه سٺيون آهن. اوهان هو
مون کان وڌيڪ مشهور آهي- وڏي دل وارو آهي. سچو
دوست آهي؛ مان نه آهيان، ان ڪري ئي ته هو منهنجو
دشمن آهي.

سندس مشهوري ۽ لوڪ پريتا ڏسي مان سندس خاص
ڏائين ڳالهائيندڙن جو ذڪر ڇڪائيندو آهيان، کيس ساهتيه
۾ سٺو ليکڪ سڏيندي نه، سندس ڦڙلي ڪهاڻيءَ تي ڪل
اُڏائيندو آهيان- جوجو هو منهنجو دشمن آهي.

منهنجو دشمن، ساهتيه جي ميدان ۾، منهنجو دشمن
شخصيت ۾، منهنجو دشمن ليکڪ جي سوال تي- هو عزتي
ليکڪ جو حمايتي آهي ۽ مان دولاڪري ليکڪ جو سمرٿڪ

آهيان. اپيءَ جي جنگ جي ميدان تي هڪ ٻئي جي
ساٿ هون هوندا آهيون.

آهي نه منهنجو دشمن! پوءِ به روز نه ته هڪ نه ٻئي
ڏينهن، يا هفتي ۾ هڪ دفعو ضرور گڏباسين يا فون تي
ڳالهائيندا سين- ڇو....؟ خبر نه آهي.

اُهو منهنجو دوست....... منهنجو دشمن آهي-

**موهن ڪلپنا.**

امتحان هئا. مون وٽ ڪنهن وشيه جو ڪتاب ڪونه
هو. مان موهن وٽ ويس، ڪتاب گهريم، هن ڪتاب
ڪڍي ڏنو، جيتوڻيڪ هن جو به ساڳيو ئي امتحان هو.
پر پوءِ به هن پنهنجو ڪتاب مون کي ڪڍي ڏنو. امتحان
ٿيو. مان پاس ٿيس، هو ناپاس ٿيو. ڪتاب مون کي نه
ڏئي پاڻ پڙهي ها ته شايد پاس ٿي وڃي ها.

ڇيم نه، نه هو وڏي دل وارو آهي. مهاڀارت ۾ ڪرڻ
ٻڌو آهي، جنهن پنهنجو محلات ڏاهي چندن جو ڪاٺ
ڪڍي هڪ سواليءَ کي ڏنو هو- هن نٿي چاهيو ته
سوالي اُتان موٽي وڃي.

موهن، هين ڪان پئسا وٺندو آهي، پنهنجي لاءِ نه.
دوستن کي هوٽل تي يا ٻاهر کارائڻ لاءِ، ڪتاب وٺي
ڏيڻ لاءِ. ۽ پوءِ اهي ئي دوست، سندس قرض ڪٽڻ تي
چترون ڪندا آهن ۽ مان به اُنهن مان هڪ آهيان.

هڪ دفعي هڪ ليکڪا، ادبي منڊليءَ ۾ پنهنجي

ٻڌايو ته موھن ڪانئس دھليءَ ۾ ڏهه روپيا ورتا ھئا ۽ ھاڻ
موھن سندس لکڻين تي آلوچنا ڪري رھيو آھي. اُن
وقت سيٺي زور زور سان کليو ھو ۽ مون به کليو ھو.
پر گھر اچي ان ڳالھ کي ياد ڪري، ان ڳالھ تي سوچيندي
ڏايو رنو ھيم، ته ھن ڏهه روپيا ڇو ورتا ھئا.

مون ڇو رنو! مونکي روئڻ ڇو آيو!! ڇو جو ھو
منھنجو دوست آھي. ڪيترن وقتن تي ھو دوست ۽
دشمن وچ ۾ ڇڪي ڇڪتاڻ ٿيندي اٿم ته آخر ھو ڪير
آھي، پر اڃا سوڌو نرڻو ڪري نه سگھيو آھيان ته ھو
دوست آھيم يا دشمن.

گھران ھليو ويو ھو. پنھنجي گھران ھليو ويو ھو.
پنھنجي ماءُ کان موڪلائي ويو ھو. پيءُ به مان سندس
ماءُ سان جنھن ڪــي اُسان مھي ڪري سڏيندا آھيون،
وڙھي آيو ھئس ته ھن کيس موڪل ڇو ڏني. خبر نه آھي
ته ھو الائي ڪيڏانھن ويو. ڪافي وقت بيروزگار رھڻ
بعد سندس من ڏايو ٻر ٿي پيو ھو. سيٺي پڇ پڇ تـي
کيس ته نوڪري ڇو نٿو ھٿ ڪرين.... جٽڪ نوڪري
پيئي ھئي، جا ھن پنھنجي ھٿ ۾ نٿي آندي ۽ ھو ان
پڇ پڇ کان بيزار ٿي گھر ڇڏي ھليو ويو ھو.

گوئا جي آزاديءَ جو آندولن ھو. ستياگره ھو. ١٥
آگسٽ، چوماسي جا ڏينھن. موھن آندولن ۾ ڀرو وٺڻ لاءِ
گوئا جي سرحد تي وڃي رھيو ھو، منھنجي به دل ھئي

پر همت نٿي ٿي. زال جو موهه، ماءُ جو موهه، گهر جو
موهه نه ڇڏي سگهيس. موهن ويو- روز اخبارن ۾ ڏسندو
هوس نه ڪٿي موهن جو نالو آهي ڇا نه هو جيل ۾ ويو
يا گوليءَ جو نشان ٿيو. هڪ ڏينهن اوچتو موهن آيو.
اُن ستياگره تي هڪ ڪتاب لکيو ”اڃا رات
باقي آ ....“

موهن ڪهاڻيون لکيون. ڪالپنڪ نه، حقيقي.
سندس ناولن جا پاتر، ڪهاڻين جا ڪردار خيالي نه پر
حقيقي آهن. مان انهن کي سڃاڻان ٿو، ڄاڻان ٿو. ان
ڪري مون کي سندس ڪهاڻيون نه وڻنديون آهن. ڇو جو
اهي اڄ ئي مون حقيقي روپ ۾ ڏٺيون آهن. ڳالهيون
ٻڌيون آهن.

اسان شروع جون ڪهاڻيون پڙهندا آهيون، انهن جي
پاترن بابت ڪلپنا ڪندا آهيون. لالو، اندرنات، هرڪانت
وغيره. شروع وڻندو آهي.

موهن جون ڪهاڻيون ٻه دل جي تصويرون، زندگيءَ
جي ڪشمڪش، زندگيءَ جي پيار ۽ نفرت جون تصويرون
آهن. مون کي نه وڻنديون آهن، ڇو جو مان اهڙيون لکي
نه سگهندو آهيان- پلا مان پنهنجي دشمن جون لکيل
ڪهاڻيون ڪيئن ٿو پسند ڪري سگهان.

ڪيترا ماڻهو ڏٺا اٿم، جي موهن کي گهٽ وڌ ڳالهائيندا
آهن، اهي بنا ڄاڻ جي سندس اخلاق ۽ چرتر بابت ذاتي
پيشيءَ سان ڳالهائيندا آهن. مون کي اهڙن شخص جون

ڳالهيون ٻڌي ڪل ايندي آهي. نه ڄڻ هن کي پورو سمجهاڻو ٿي ڪونهي اهي ڳالهائين انهن ٽنا جڻا هو اکين ڏٺا شاهد آهن. موکي ڏکه ٿيندو آهي. انهن ڇو؟ ڇا لاءِ جو موهن منهنجو دوست آهي.

لپيءَ جو تڪرار وڌي ويو. اخبارن ۾ موهن جا ليک ديوناگريءَ لپيءَ خلاف، ديوناگري جي حمايتين خلاف ڇپبا رهيا. ديوناگريءَ جي حمايتين به جواب ۾ ليک لکيا. مون کي به ڇيهو ويو نه ڪجهه لکان. مان موهن جهڙن ڪمزورين جاڻان ٿو. پر منهنجي اڳيان اهو ئي سوال اچي بيٺو، جو سنڌ جي شاعر شيخ اياز اڳيان ۱۹۶۵ع واري هند- پاڪ جنگ وقت بيٺو هو:

”هي سنگرام!
سامهون آ
نارائڻ شيام!
هنجا منهنجا،
قول به ساڳيا،
ٻول به ساڳيا،—
هو ڪوتا جو ڪاڪ- ڏٺي ٻر،
منهنجا رنگ- رتول به ساڳيا
ڀمت به ساڳيو،
ڀول به ساڳيو،
هانءُ به ساڳيو،
هول به ساڳيو.

هن لئي ڪيئن بندوق کڻان مان!
هن کي ڪيئن گولي هڻان مان!
ڪيئن هڻان مان !!
ڪيئن هڻان مان !!!
ڪيئن هڻان مان ....”

مان موهن لئي ڪيئن قلم کڻان- اهو سوال منهنجي آڏو اچي بيٺو ۽ اياز بندوق نه کنئي، مون قلم نه کنيو.

الائي ڪهڙو موه اٿم موهن ۾، جڏهن هو منهنجو دشمن به آهي ته پوءِ هن ۾ منهنجو اهڙو موه ڇو ....؟

اڄ مان خوش آهيان.

جيئن ٻيڙي ٻنان سکان جي درياهه جي لهرن ۾ ڪڏهين ڪهڙي طرف ته ڪڏهن ڪهڙي پاسي پيئي پٽڪندي آهي، پر پوءِ سکان اچڻ تي ٻيڙي مقصد پائي ٺانئيڪي تي ڪناري سان ٻيهندي آهي.

**موهن** کي پائيءَ **ڪري** زندگيءَ جي لهرن مان ڪڍي منزل تي آڻي ڪناري لڳايو آهي ۽ هو هاڻ منهنجي پيارڙي ڌيءَ گيتا ۽ پٽنيءَ سان سنڌي ادب جي راهه تي اڳتي وڌي رهيو آهي. خوشي ٿي ٿئيم. ڇو جو هو منهنجو دوست آهي - دکه اٿم، جو هو منهنجو دشمن آهي.

٥٦، هيرا هائوسنگ سوسائٽي،
الهاس نگر-٣.
١ آگسٽ ١٩٧٤.

**نارايڻ ڀارتي**

# موضوع جي وضاحت

گهڻا سال اڳ مون لکيو هو ته مان اهڙو ڪو ڪتاب نٿو لکڻ چاهيان، جنهن وسيلي مان ادب ۾ امر ٿيي وڃان؛ مگر مان اهڙو ڪتاب لکڻ چاهيان ٿو، جنهن سان منهنجي جاتي امر ٿي وڃي.

مگر گذريل ايڏائي ڏهاڪن جي جلاوطني ۽ ادبي تجربن منهنجون به غلط فهميون دور ڪيون آهن،

پهرين اها ته مونکي منهنجي فنڪار بابت نهايت وڏو ويچار ويٺل هو، جو آهستي ٽٽندو وڃي خسيسپڻي جي رسائل تي پهتو آهي.

ٻي اها ته ڪنهن به سطح تي ساهت محض عوام جي ذهني سجاڳيءَ تائين محدود رهي ٿو، نه اهو اُن قابل نٿو ٿئي ته هو ڪنهن جاتيءَ کي امر رکي سگهي.

اِهي ٻئي ڳالهيون سمجهڻ بعد مون هيءُ ڪتاب محض اِن خيال کان لکيو آهي ته اُهو سنڌين جي تمدني سجاڳيءَ جو هڪ ذريعو ۽ سنڌين جي جداگانه هستي ۽ اَلڳ سڃاڻپ جو هڪ مثال ٿي سگهي. اِهو به هڪ خيال آهي جو اڳيان هلي وهم ثابت ٿي سگهي ٿو.

ڪلا جي نقط نظر کان ھي ڪتاب مکيہ ڪردار جي ظاھري آرٽڪ سلامتيءَ لئي ختم ٿي ويئو، مگر انفرادي طور پنھنجن وطن کان ڪٽيل ھئڻ جو احساس ھنکي کپاٽيءَ کان ٻاھر ڇڪي ھلچل ۾ گھلي ھلي ٿو، ڄا ڇئن بنيادن تي بيٺي آھي ۽ جن لئي منھنجو خاص زور آھي:

— عالمگير سطح تي سنڌي امن تحريڪ جا طرفدار ٿيڻ.

— قومي سطح تي سنڌي سماجواد جا طرفدار ٿين.

— فرقي جي سطح تي سنڌي سيڪيولرزم جا طرفدار ٿين.

— ذاتي سطح تي سنڌي سنڌيت جا طرفدار ٿين، جنھن ۾ ھنن جي جداگانہ ھستي ۽ الڳ سڃاڻپ آھي.

چوٿين بنياد جو واسطو سنڌي تحريڪ سان آھي ۽ اھا تڏھن مکمل ٿيندي، جڏھن اُن کي سنڌ ۾ ھلندڙ تحريڪ سان انھن ڇئن ويچارن سان گڏ ھلايو ويندو.

باوجود ھندستان ۾ ڪيل مادي ترقي ۽ خدمتن جي، سنڌي مانسڪ طور ٻاڙا کي ھتي ڪسان ڪٽيل ۽ ڏاريا سمجھن ٿا ۽ عين موقعن تي جاتي ۽ پرانتڪ ڀيد ڪيھن جلاوطنيءَ جو چٽو احساس ڏيارين ٿا؛ ان حالت ۾ مون ڪلا کي ڪلا ۾ لڪائڻ جي اصول تان ھٽ ڪئيو آھي ۽ مان ھن ڪتاب ۾ سڌو، صاف ۽ کليل ٿي پڙھندڙن سامھون آيو آھيان.

مون خود اِنالي شاعر مٽزني جهان محسوس ڪيو آهي
ته جلاوطني هڪ رُوحاني سلهه آهي، جا هر شخص کي
اندران ڳاري ساڙي ٿي.

وشو-اهت ۾ اجنبي پڻي جي احساس جو ڪارڻ،
اُتي جي گهڻن سماج شاسترين، اُتي جي آرٿڪ نابرابري
جي نظام کي ڄاڻايو آهي، جتي پيداوار جا وسيلا، چند
ماڻهن جي هٿن ۾ هئڻ سبب، هڪ رواجي شخص ۾،
پنهنجي ڪم طرف جذباتي لڳاءُ نٿو رهي ۽ هو اُن سبب
اُن پوري سماءُ کان ڪٽيل رهيٿو ۽ جيئن ته گهڻن سامراجي
ملڪن جو سرشتو، سامراجواد جي بچاءُ ۽ وڌاءُ جي بنياد
تي رچيل آهي، اِن ڪري اُن سرشتي جي بچاءُ ۽ وڌاءُ
لاءِ بربادي جا ذريعا به اُنهن راڄن جي هٿن ۾ رهن ٿا،
جنهن سبب هر فرد کي پنهنجي جان جي سلامتيءَ جو
ڪو ڀروسو ڪونهي ۽ جيئن ته اِنسان فطرتا ودروهي
ٿئي ٿو ۽ هو بيو ڪجهه نه ڪري سگهڻ جي حالت ۾ اُن
جي ڦل سروپ پاڻ ۾ بيرحميءَ جو احساس به پائي ٿو ۽
اِنفرادي زندگيءَ ۾، اُن نظام ۽ سرشتي جي مفاد لاءِ
آزمايل طريقن مان پيدا ٿيندڙ قدرن خلاف جدوجهد ڪري
ٿو ۽ مگر اُتي به هو ڪامياب نٿو ٿئي ۽ هو پاڻ کي
وجود جو مهمان سمجهڻ لڳي ٿو. ڪي فنڪار اِها
ڳالهه سمجهن ٿا ۽ اُن جو علاج مارڪسواد ۾ ڏسن ٿا.
مارڪس جي اهميت هن وقت يورپ ۽ آمريڪا ۾ هڪ

نئين ۽ صحيح سماج شاستريءَ جي روپ ۾ اُجاڳر ٿي
رهي آهي؛ جنهن جي وضاحت هن صديءَ جا ڪي بلند
پائي جا فنڪار ۽ مفڪر ڪري رهيا آهن. منهنجي اڀياس
جو دائرو، ڪتابن جي عدد جي خيال کان بلڪل تنگ
رهيو آهي ۽ مذڪور سلسلي ۾ مان مارڪس جو داس
ڪئپيٽال، اينگلس جو اورجن آف فئملي يا ڪميونسٽ
مينيفيسٽو، ڊانگي جو انڊيا فرام پرمٽو ڪميونزم ٽُو
سليوري، يا ٽائنس آف مائو، جي آمريڪي مخزن پرابلمس
آف ڪميونزم ۾ بحث هيٺ اچن ٿا؛ بدران پڙهندڙن کي
فقط هڪ انگريزي ڪتاب، مارِس ڪرانسٽن جو
مرتب ڪيل؛ د نيو ليفٽ پڙهڻ جو مشورو ڏيندس. ائين
جواهر لال نهروءَ جي ۱۹۴۰ ۾ لکيل آتم-ڪٿا به پڙهندڙ
کي وگيانڪ سماج شاستر جو نظريو عطا ڪري سگهندي.

سماج شاستر جي اڀياس تي زور ڏيئي، مان فنڪار
جو درجو اُن کان گهٽ ڪرڻ نٿو چاهيان؛ مگر مان اُنهن
ليکڪن سان بنهه شامل راءِ نه آهيان، جن جي دعوي
آهي ته سياست جا سوال سمجهڻ جو ڪم سياستدانن جو
آهي، دنيا جي آرٿڪ گهوٽالن کي سمجهڻ جو ڪم ارٿ
شاسترين جو ۽ اِن طرح مِن وگيان، مذهب، قوم، طبقي،
فرقي، جاتي، رنگ، جنس زبان وغيره مسئلن کي سمجهڻ
جو واسطو محض واسطيدار ماهرن سان آهي.

اِن طرح ليکڪ، جو ثقافتي سطح تي جيون جي

ڏو ڏيو ٿيو، سچ جي تلاش ۽ اُن لاءِ جاکوڙ ڪرڻ جو، ننڍڙن جوابدارين کان ٻاهر ڪي آجو نٿو ڪري سگهجي؛ ڇاڪاڻ ته عالمگير سطح تي ڪنهن وڳڙيل نقطہ نظر سان دنيا جي مُڙني مسئلن جي ڇنڊ ڇاڻ لاءِ ڪيس وقت ڪهڻ، اڪيس سان اها زندگي ڏسڻ سمجهڻ جو دائرو تمام تنگ آهي، خاص ڪري هڪ هندستاني ۽ اهو به سنڌي ليکڪ لاءِ، ان ڪري اسانجي جاڻ ذاتي اُنيو ڪيهان وڌيڪ آيپاس تي بدل آهي ۽ اهو اُيپاس به آيپاسين جي ايپاس تي بدل آهي، ڇاڪاڻ ته اُنجي بنياد ۾ عالمگير زندگيءَ جا اُنيو، آزمودا ۽ تجربا سمائل نٿا هجن؛ مگر هن تڪڙي بدلجندڙ دنيا ۾، اُن اُيپاس مان ڪيترائي حاصل ڪيل ڄاڻ ڄاڻايون اڪثر غلط ٿي وڃن ٿيون، ان ڪري منهنجو زور ڄاڻ ڄاڻا کان وڌيڪ وڳڙيل نقطہ نظر تي رهيو آهي.

سنڌي ساهت ۾ جدت جي ڌارا جو نظريو، هنري طور ترقي يافته ملڪن مان آيو آهي ۽ جيئن ته هندستان، خود به باقي ملڪن جيان آرٽڪ طور ترقي يافته ٿي رهيو آهي ۽ بنيادي طور، هتي جي راڄ، نظام ۽ سرشتي ۾ انقلابي بدل نه آئي آهي؛ ان ڪري ماترائن جي فرق ڪي ڇڏي، هتي جو شخص به منهنجو آتم ڪوڙ لڳو آهي ۽ جديد اَدب ۾ اهو اَنام، بنا چهري، تنل وغيره ڏيکاريو ويو آهي.

ترقي پسند دور ۾ انسان جي ان 'اندرين خالي' تي

ڪاٻه ذهني روشني وجهڻ جي ڪوشش نه ڪئي وئي ۽ موجوده دور ۾ سماجواديءَ ملڪن ۾ ٿيل فنڪارن ۽ مفڪرن خلاف عقوبتن، اُن جي جديد اديبن کي نه رڳو اُنهن ملڪن کان بدظن ڪيو آهي؛ مگر خود مارڪسواد جي نظريي کان به اِن ڪري، هو ڪنهن حل جي ڳولها نٿا ڪن ۽ جيئن ته حل آدرشن ۽ اُن لاءِ ڪيل جدوجهد مان پيدا ٿيندا آهن، سنڌي ادب ۾ اڄ جو انسان صرف مثل ٿي چاٽيو ويو آهي، جنهن کي مان مثل نٿو سمجهان، ۽ جنهن تي پنهنجو رخ مٿي ظاهر ڪيو اٿم.

مگر اِن هوندي به مون اَجنبيپڻي جي احساس کي هڪ ٻي زمين تي ڪُڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن جو بنياد سياست ۽ آرٽ ٻنهي کان وڌيڪ قوميت ۽ مذهب تي ٻڌل آهي.

سياواڪ، هڪ فنڪار جي ناتي، منهنجو سڌو واسطو اِنهن سوالن سان به اٿيو آهي؛ جن سوالن جي ترشيءَ ۾ سنڌين کي ٻي وطن ٿيڻو پيو آهي ۽ جو احساس سنڌين ۾ سانجهه جي مرض جيان زور ورتي ڪين اندران ماري رهيو آهي.

منهن تي ٺڪر هڻي، اُن کي ڳاڙهو بنائي هانڊز ماڻهن کي مون سالن کان جدا جدا شهرن ۽ ڳوٺن، ڪئمپن ۽ بستين ۾؛ پنهنجي ٻي وطني تي روئندو ڏٺو آهي ۽ اُن تي لڪڻ لاءِ گهڻن سالن کان منهنجي ذهن ۾ جلاوطني

جي موضوع ڏنگ ھنيا ٿي ۽ ھاڻ پنھنجون حد بنديون
ڄاڻائي، اُن کي نقش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آٿم.
شايد ھت نديو ۽ ھوڪر ونڌو ثابت ٿئي مگر مون
شروعات ۾ پنھنجي ٻن غلط فھمين جي دور ٿي وڃڻ
جي دعوي ڪئي آھي ۽ جنھن اُميد جي عمارت تي
مذڪور ڪوشش آزمائي ڪئي آٿم، اُھا وھم جو ڪنڀر
ثابت ٿي سگھيتي، جو نه قبول ڪيو آٿم.

— موھن ڪلپنا
۲۶ اپريل ۱۹۷۴ع

”دنيا ۾ ڪيڏا نه چڪر هڻندي نيٺ وطن ڏي رُخ
پڪجي ٿي، جيئن اِطالي ليکڪ مئزني چيو آهي ته هر
ڪنهن جلاوطنيءَ کي نيٺ روحاني سگهه ڪانه ٿي، جنهن
سبب هو وطن لاءِ ڳري سڙي ٿو.“

— جواهر لال نهرو
(جواهر آتم ڪٿا صفحه ۲۴۰)

جلاوطني آ نصيب منهنجو
مان
پوري ڌرتي ۾ اجنبي آهيان.

— موهن ڪلپنا

# سرڪاري دفتر جو هڪ صبح

واسطيدار ڪڙڪيءَ سان واسطو رکندڙ ڪلارڪ مقرر وقت کان ڏهه منٽ دير سان آيو ۽ پٽيوالن جي سلام کي ڪنڌ جي سگنل سان جواب ڏيندو، ٻين ڪلارڪن ڏانهن هٿ جي جهنڊي ڏيکاريندو، حاضريءَ جي دفتر تي، ٻه دفعا قلم چنبڙي صحيح ڪرڻ بعد ڪرسيءَ تي اچي ويٺو. نرڙ تي کاٻي هٿ جو آڱوٺو رکي هو هڪ اک سان ميز تي رکيل ڪاغذن ڏانهن ۽ ٻيءَ گهڙي ٻي اک سان قطار ۾ بيٺل ماڻهن جو عدد ڳڻي، کيسي مان سگريٽ ۽ ماچيس ڪڍي شايد ٽائليٽ ڏانهن هليو ويو.

اڌ ڪلاڪ بعد نڪ ۾ سونف چاڙهي هوُ ٽونٽيون لوڏيندو واپس آيو ۽ هڪ ڪرڙي نگاهه سان هن آفيس ۾ چوطرف اِن طرح نهاريو، گويا اُن آفيس جي ڪاروبار جو مدار هن جي لياقتن تي منحصر هو؛ ياڳوٺ جي اُن گانءِ جيان؛ ڏند ڪٿا موجب جنهن جي هڪ سڱ تي هيءَ ڌرتي بيٺل آهي ۽ اُها جڏهن ٿڪجي سڱ بدلائيندي آهي؛ تڏهن ڌرتيءَ تي جبل ڦاٽندا آهن ۽ زلزلو ٿيندو آهي.

اَڇي پوشاڪ ۾ ملبوس؛ پگهار گهٽ هئڻ سبب ڪجهه مايوسي مگر گهٽي جوابداريءَ سبب ڳرائيءَ جي رعب

هنجي اکين مان ليئو ٿي پاتو. هو جيڪڏهن مزاج ۾ نه
هجي ته شهر جو گهڻو ڪاروبار روڪجي وڃي؛ اِن طرح
جيئن سڙڪ تي آمدرفت مٿان ضابطو رکڻ لاءِ حوالدار ٿيندو
آهي ۽ هو جيڪڏهن هٿ جو اِشارو ڪري ته سڄي
آمدرفت روڪجي پوي، پوءِ ڀل چئن ڏسائن ۾ بيٺل
موٽرن ۾ وڏا اڳوان، ڏنڌوڙي، فلمي اَداڪار، سرڪاري
سرگردا يا خود پوليس جا بالا عملدار ڇو نه هجن. هر
سرڪاري گماشتو حڪومت جي لامحدود طاقت جو هڪ
عيوضي ٿيندو آهي جتي پگهار هنجي ڪٽنبي زندگيءَ
مگر درجو ماڻهن جي حياتيءَ سان راڳا ڪندو آهي.

موهن مدت کان قطار ۾ بيٺو آهي. رات لڳل طوفان
۾ سندس جڳهه ڪري پيئي آهي. ماءُ کي سر تي ڪمان
لڳي آهي اِن ڪري هوءَ اِسپتال ۾ آهي. ٻه پينر ڀڳل
ٻارڪ جي ٻاهران ويٺيون آهن. ڪيس مسواڙ تي نئين
جڳهه کپي ۽ اُن لاءِ ڪيس اُهو فارم ڀرڻو آهي جو اُن
ڪلارڪ کي ڏيڻو آهي.

سنڌونگر ائڊمنسٽريٽر جي آفيس ۾ اِن طرح گهڻيون
ڪرڪيون آهن، جتي خاص ڪٽ جون شڪليون رکندڙ
ڪلارڪ ويٺا آهن، جن جي چهرن تي سماجي وس ۽
اِنفرادي بيوسيءَ جي ڇاپ لڳل آهي؛ مگر ڪرڪيءَ ۽
ماڻهن جي وچ ۾ ٻنا آهن؛ جنهجي اَندر ماڻهو گهڙي نٿا
سگهن ۽ اِنڪري اُهي ڪلارڪ ماڻهن جي ناراضگيءَ ۽

غصي کان سلامت آهن؛ جيئن عوام انهن ڪلارڪن جي
مهربانين بنا بيوس ۽ لاچار آهن.

ٽيهين نومبر اُڻويهه سو اُنيتاليهن جو اهو صبح، رات
جي دامن ۾ سندو نگر مٿان برسات ۽ طوفان جو نزول
ڪٽي آيو ۽ جنهن غافل ماڻهن کي ننڊ ۾ ستل ڏسي اوچتو
سندن وجود کي ڌوڏڻ شروع ڪيو. سنڌ ديش جا
واسي، جي آسمان مان مينهن جو هڪ ڦڙو ڪرندو ڏسي
اِسڪول، ڪاليج، دفتر ۽ دڪان بند ڪري اَٿ اُگھاڙا
ٿي ميدان ۾ ڊوڪي، "مينهن موتي چاندي ڪا گولا"
پڪاريندا نچندا هئا ته پنهنجي ٻچن کي سنڀالڻ لاءِ
سلامت ڪندون ۽ پاسا ڳولهڻ شروع ڪيا.

اَچانڪ آسمان مان ٽڪن جي لڙائيءَ جا هيانءُ
ڪانبارينڙ آواز ايندا ۽ هر ٽيون پل ٻئي پل جي جڳهه
وٺندو آڪاس ۾ وچ جو اهو چمڪو ڪندو جو لڳندو
ته اڳئين سال جيان شايد آسمان ۾ به هندستان ۽ پاڪستان
جيان اُنجو ورهاڱو ٿيڻو آهي. هندستان جيان ڪارن
ڪڪرن ۾ خوفناڪ وچ ڪنوندي ۽ اِنساني پٺيءَ جي
ڪنڌي جيان وچ جي ڌار ڏسڻ ۾ ايندي، فرقي پرستيءَ
جيان راجنيتيءَ ۾ پنهنجا، من ۾ غير سلامتيءَ جو خوف
پيدا ڪندڙ. جڻ مها پرلئه ٿيندي ۽ جنهن ۾ هندستان،
پاڪستان، سڄي دنيا غرق ٿي ويندي.

جيئن جيان تيز مگر پاڻيءَ جي جهاز جيان ڳوڙ رو

طوفان جو رخ، جڻ هوا ۾ مذهبي مظاهرا ٿي ڪيو. جڳهين
۽ دڪانن تان ٽائيلس، سيمينٽ ۽ ٽين جا پترا هوا ۾ ڪاٽا
ٽيل لغڙ جي هاڪي لوڏ کان وانجهيل نهايت بي رحميءَ
سان ڏورڙن تي ڪريا ٿي وڃي. ڪڪرن جا ڀيا هجوم
ڀڄڙن هجومن کان وڌيڪ ڀاري آسمان مان لنگهندا ٿي
ويا، جڻ ملڪ جي سرحد هئي، جتان پناهگيرن جا هجوم
هجومن مٿان لڏيندا ٿي آيا.

زوردار، لنبو، مسلسل، ڪڏهن به بند نه ٿيندڙ اَحساس
جو پرم پيدا ڪندڙ اُهو طوفان جڻ ڪنهن اُن اَڳوان جي
نصيحت هئي، جنهن سنڌين کي ڀارت ۾ پنهنجو وجود
مٽائڻ لاءِ پنهنجي شخصيت، پنيرائي ۽ اِظهار جي واهڻ
جو پورو فائدو ورتو هجي.

آسمان ۾ اَڃ، زمين تي اَڃ ۽ ماڻهن جي چهرن تي
اَڃ هئي. لائيٽ بند هئي مگر آسمان ۾ بارود ٿي ٻريو،
جنهنجي ڦهلاءَ ۾ صرف اَڃ ئي اَڃ هئي.

پنهنجي جائداد ۽ ملڪيت، پنهنجا ڌنـڌا ۽ پيشا؛
پنهنجون محبتون ۽ موهه، پنهنجا شهر، ڳوٺ ۽ گهٽيون
پاڙا، پاڙيسري، ڪپڙا، کوهه، وڻ، ساهه ۽ سپنا ڇڏي
هيءُ ماڻهو اُن بستيءَ ۾ نوٽسيا ويا هئا جت ويهن فوٽن
کان وڌيڪ جڳهه نه هئي، مايوسيءَ جو جهنگل؛ طبيلن
جي نگري؛ جتي صرف هڪ مکيه رستو ۽ باقي ويراني
۽ کنڊهر هئا. نه شهر، نه باغ، نه سئنيما نه پوسٽ ۽

ٽيليگراف آفيس، نه ريلوي اسٽيشن، نه بس ۽ نه ڪوئي
اسڪول يا ڪاليج يا ڪسرت شالا هئي. اهي ماڻهو جن
همت ۾ چرا ڪٽڻ بدران بوري بسترو کڻي سنڌ مان ڪوچ
ڪيو هو تن کي بنا وچ ديوار وارين ٻنگن ۾ بند ڪيو
ويو ۽ جتي سؤٽلي ۽ سؤنا کڻي ماڻهن قاتل ڏوٽين جون
ديوارون ناهيون ۽ جنجون جوانيون ۽ مجنون انهن قاتل
ڏوٽين جي چيرن ۽ سوراخن مان پڌريون ۽ وائکيون پئي
ٿيون. جڏهن اُتي انگريزن جي ڇانوڻي هئي، تڏهن اُتي
ناچ گهر، ڪلبون ۽ سئنيمائون هيون، مگر هاڻ اوسي پاسي
جي ميدانن ۾ ٽنل شيمپين ۽ بليڪ نائيٽ جون بوتلون،
ٻگل بندوقون، جيپون، ڪارتوس، فاحش فوٽا، ڪارٽون
مخزنون، ڪرسيون، بينچ ۽ يسوع مسيح جا قاتل فوٽا
ٿهايا پيا هئا.

فضا ۾ ٿهايل هاهاڪار جو پڙاڏو بند ٿي ويو هو ۽
سب پنهنجي خيمن کي ٺاهڻ ۾ جنبي ويا هئا. جنجون
ٻنگون پهجي پيون سي اُن ڪڙڪيءَ ٻاهران قطار ۾ بيٺا
هئا ۽ پاڻ ۾ رات جو پوئين طوفان جي ستاءَ لي پنهنجي
رائن جي ڏنا سٿا ڪري رهيا هئا.

موهن مانت ۾ ڪڙڪيءَ ٻاهران بيٺو هو.

ڪلارڪ دستوري بي پرواهيءَ مان پڇيو، ”رفيوجي
سرٽيفڪيٽ کڻي آيو آهين؟“

”ڪجهه عرصو اڳ“، پنجويهن سالن جي نوجوان،

اَدب ۾ گريجوئيٽ موهن جواب ڏنو، ”رفيوجي سرٽيفڪيٽ لاءِ پاسي واري ڪُڙڪيءَ ۾ درخواست ڏني هئم ....“

”نه پوءِ اُن ڪُڙڪيءَ وٽ وڃ“ ڪلارڪ کيس وچ ۾ ڪٽيندي چيو، ”اَسان کي ڪهڙو ثبوت آهي ته تون رفيوجي آهين؟“

موهن سامهون ٽنگيل فوٽي ڏانهن اِشارو ڪري چيو، ”جيئن فريم ۾ مڙهيل فوٽي اندر مهاتما گانڌي آهي، تيئن هن ڪئمپ ۾ رهندڙ هر شخص رفيوجي آهي.“

”نانسينس“ ڪلارڪ گجگوڙ ڪئي، ”تون هڪ خسيس رفيوجي پنهنجي ڀيٽ مهاتما گانڌيءَ سان ڪري رهيو آهين.“

”مان پنهنجي ڀيٽ مهاتما گانڌي سان نٿو ڪريان،“ موهن آهستي چيو، ”مون تو کي اِهو سمجهائڻ ٿي چاهيو ته ڄاتل سڃاتل چيزن کي ثبوت جي ضرورت نه ٿيندي آهي. مڇي جڏهن سمنڊ مان پنهنجو سِسُ ٻاهر ڪڍندي آهي ته اَسين اُن کي اِنڪري مڇي سمجهڻ کان اِنڪار نه ڪندا آهيون ڇاڪاڻ جو هن کي سرڪاري سرٽيفڪيٽ نه هوندو آهي.“

ڪلارڪ کي جواب وڻيو مگر هُو اقرار ڪري نه سگهيو ڇاڪاڻ جو اُها مسڪراهٽ هن جي لاجوابيءَ جو ثبوت ٿي وڃي ها؛ جيئن ته هن وٽ جواب هو، ان ڪري هن مُرڪڻ سياڻپ سمجهي ۽ لازمي نه سمجهو

۽ هن رکو ٿي چيو، "تون مٺي آهين ڇا!" دفتر جي
اندران جواب جي تعريف ۾ ٽهڪ جي گونج آئي.

حياتيءَ ۾ گهٽ آزمودو رکندڙ ماڻهو اُتساهه ۾ پرڀڻ ۽
دليابازيءَ لاءِ هميشه تيار هوندا آهن. هنن جو دماغ ذهني
اڻ ڄاڻ گهٽ ڪندو آهي. ان حالت ۾ هنن کان پنهنجو
درجو، حيثيت، اوقات، پس منظر، ڪم، وقت، جڳهه ۽
ماڻهوءَ جو ميزان ۾ احساس گهٽ رهندو آهي. هر وچار
جو هنن جي من ۾ جاڳندو آهي، اهو بهتر وچار جي ٽڪر
۽ ان مان حاصل ڪيل آزمودي جي امتحان ۾ رد ٿئي
بنا روپ اختيار نه ڪري پنهنجي اُهلو ڪئي، ڪچي،
اڻ گهڙيل، تازي مگر ٻوڙي تخليقي قوت ۽ اثر سان
ظاهر ٿيندو آهي ۽ ان شخصيت جي نمائندگي ڪندو
آهي جنهن وقت، جڳهه، دستور ۽ مريادا جي مار گهٽ
کاڌي هوندي آهي.

مون چيو، "دوست، منهنجي موجودگي ان حقيقت
جو ثبوت آهي ته مان پناهگير آهيان ۽ پناه لاءِ سرڪاري
دفتر ۾ آيو آهيان."

ڪلارڪ کي هاڻ مشڪل جو پورو سبب هو ۽ هن
پوري زور سان ٽڪ پيست اشتهار اسٽائيل ۾ مشڪي
چيو، "مگر بنا سرٽيفڪيٽ جي مان تو لاءِ ڪجهه به نه
ڪري سگهندس لاءِ ڏکه ظاهر ڪريان ٿو."

ڪلارڪ پنهنجي ڍنگ جي انگريزيءَ ۾ جواب ڏنو،

مگر جيئن نہ موهن ڪڙڪيءَ تان ڪونہ هٽيو نہ هن جوش
۾ چيو، "بيوقوف، هٽي ڀري ٿيءُ."

گرئجوئيٽ موهن ذهني طور اُها گار ٻڌڻ لاءِ هرگز
تيار نہ هو، جنهن کي ٻڌڻ سان ٻڌندڙ جو صبر رِدِي
نوڪريءَ ۾ ٿي وڃي ڪريو. اُن کان وڏي گار ڪو خلقي
نہ سگهيو آهي؛ جا نهايت سنڀال سان ڏيڻ جهڙي آهي،
ڀر ڇاڪاڻ جو اُها نهايت زوردار آهي، اِنڪري اُنجي
ڪشش ۾ اُن گار جي لڪڙي اِستعمال اُنجي اَهميت
گهٽائي وڃي ناراضگيءَ جي حد اندر بند ڪئي آهي؛
مگر هڪ طرف هر نوجوان حدون ٽوڙيندڙ ٿئي ٿو، ٻئي
طرف هو پنهنجي عقل کي ڪنهن هاڪي ڳالهہ تي گهورڻ
لاءِ تيار نٿو ٿئي.

موهن ڏند ڪرٽيا مگر پنيان بينل هڪ ٻڍي ڪيس
آهستي چيو، "پوتار، توکي جيڪڏهن جهڳڙو ڪرڻو
آهي تہ قطار جي پنيان وڃي بيهہ، اَسان جو وقت ڪوڻي
نہ ڪر."

ٻڍي پنيان بينل ٻئي ٻڍي رائزني ڪئي، "طوفان
اَسانجو ڪرنگهو ڀڃي ڇڏيو آهي ۽ هيءُ هٽي سڪندر
پورس جي ڊائلاگبازي لڳائي ويٺو آهي."

"هٽ، هٽ" پنيان لڳاتار هڪل ٿي.

موهن قطار مان هٽي سڌو دروازي کان اندر گهڙيو تہ
اُن گار جو حساب هو سڌو ائڊمنسٽريٽر کان وٺندو.

مگر دروازي تي بيٺل چپراسيءَ کيس ٻانهن کان
جهليندي چٽر ڪندي چيو، ”اندر ڪيڏانهن، ديوان؟“
”مان ائڊمنسٽريٽر سان گڏجڻ ٿو چاهيان.“ موهن
ٻانهن ڇڏائيندي چيو.
”تون ڪهڙي باغ جي موري آهين؟“ چپراسيءَ ٺٺ
تي چيو.
”ڇا توهان ماڻهن کي ڳالهائڻ جي تميز نه آهي؟
جيڪڏهن مان توکي چوان نه او چپراسي، تون پنهنجي
اوقات جون حدون سڃاڻي هٿين پاسو وٺ. ته ڇا
تنهنجي سؤمان کي چوٽ نه رسندي؟“ موهن پنهنجي
ڪاليجي زندگيءَ واري مزاج ۾ تخليقي خيال پيش ڪيو،
”هر فرد کي پنهنجي پنيان هڪ انساني عظمت ٿيندي
آهي ۽ انجو قدر نه سمجهڻ وارا ذهني طور پٺتي پيل
ليکبا آهن.“
ڳالهه شايد چپراسيءَ کي سمجهه ۾ نه آئي مگر اُن
هوندي به هن کي اُها وٽڻ جهڙي لڳي. آهستي
چيائين، ”پر صاحب اڄا آيو ڪونهي.“
”ڇا هنجو ڪو مقرر وقت ڪونهي؟“
”صاحب لاءِ ڪو وقت نه ٿيندو آهي.“
”ڇا هو پگهار نه وٺندو آهي!“
”پگهار کيس سرڪار ڏيندي آهي، تون ڪونه ڏيندو
آهين.“

"مگر سرڪار ڪيس ڪم ڪرڻ لاءِ پگهار ڏيندي آهي." موهن رڙ ڪئي، "مان پڇڻ ٿو چاهيان ائڊمنسٽريٽر ڪٿي آهي؟"

آواز لڙائيءَ واري ڇتاءَ جي گهگهوءَ جيان هيڊ ڪلارڪ جي ڪن تي پيو ۽ هو چشمو هٿ ۾ جهلي موهن ڏانهن وڌي آيو ۽ چيائين، "اِڊيٽ تون رڙيون ڇو ٿو ڪرين!"

"تون مون کي گار ٿو ڏين،" موهن هيڊ ڪلارڪ کي ٻکيءَ کان جهلي چيو، "تون هڪدم مون کان معافي وٺ نه ته مان تنهنجا ڏند ڀڃي ڇڏيندس."

مگر ان وچ ۾ ٻه پٽيوالا اڳيان وڌي آيا ۽ پنهنجي هيڊ ڪلارڪ کي ڇڏائي، موهن کي ٻاهر ڌڪيندا ويا. پٺيان هڻندي موهن ٽاٻڙجي ڪري پيو. هڪ پٽيوالو هن جي گردن تي چڙهي ويٺو ۽ ڪيس منهن ڏارا ڌڪ هڻڻ لڳو ۽ ٻيو ڦڙتيءَ سان پٺيان مڙي هيٺ جهڪي ولر ۽ زور سان هنجا وار پٽي ڪچيون پڪيون گاريون ڪيڻ لڳو.

ماڻهو قطارون ڀڃي اڳيان ڪونه وڌيا صرف هڪ اڌ قدم اڳيان وڌائي، ڪاڌا ڪنن ڏانهن وڌائي پڙون ٽاڻي اهو منظر ڏسڻ لڳا.

ٻاهران جيپ ٻي آئي جا اڇي پاسي ۾ بيٺي. ٻئي پٽيوالا پهرين هٿ ۽ پوءِ ڪپڙا ڇنڊي سلاميءَ جي پوزيشن ۾ وڃي بيٺا جو جيپ مان ٻيو ڪوئي نه پر ائڊمنسٽريٽر پاڻ هيٺ لٿو. هن جيپ مان نظارو ڏسي ورتو

هو مگر پنهنجي بالاتريءَ جو آدرش ڏيکارڻ ۽ اُن جو مثال
قائم ڪرڻ لاءِ هن اک کڻي موهن ڏانهن نه نهاريو ۽ ڪنڌ
هيٺ ڪري پڙهائيءَ سان دفتر ۾ ذوڪي ويو. موهن به
آهستي اُٿيو ۽ کيسي مان رومال ڪڍي نڪ صفا ڪيو
جنهن مان رت وهڻ لڳو هو.

منٽ بعد دروازي تي بيٺل چپراسي ٻاهر آيو ۽ کيس
چيائين، "اُوهانکي صاحب ٿو سڏي."

هيلتائين هر ڪنهن موهن سان تون ڪري ڳالهايو هو
۽ هاڻ هنکي عزت سان مخاطب ڪيو ويو. يا ته اهو
همدرديءَ جو اظهار هو يا اُن خوف جو اظهار، جو خوف
عملدار وٽ ويندڙ هر شڪايت سان واسطو رکندڙ ملازم
کي ٿيندو آهي.

موهن اَيڊمنسٽريٽر جي شاهي روم ۾ اندر گهڙندي
پنهنجي لسي گول منهن ۾ انيڪ گهنج بڻائي صاحب
ڏانهن نهاريو.

صاحب پنهنجو درجو ۽ شايد والاريل ڪرسيءَ جي
قيمت ظاهر ڪرڻ لاءِ اَڌ گول وراڪو کائي، پنيان
هنکي ٽيڪ ڏيندي چيو، "اِن ڪان اڳ جو مان تنهنجي
بابت پوليس جي هٿ ۾ ڏيان، مان ڄاڻڻ ٿو چاهيان ته
پنهنجي ڪهڙيءَ غلطيءَ سبب تون مار کائي رهيو هئين؟"

صاحب جي پاسي ۾ بيٺل سائي ساڙهيءَ ۾ بند
سانوري ٽائيپسٽ کي مشڪڻ جو بهانو ته ملي ويو مگر

هن ائين نه ڪري نرتي ۾ گهڻيءَ ناهي پيچيده نگاهه سان
مون ڏانهن نهاريو، ڄڻ چوڻ چاهيائين: منهنجي تو سان
همدردي آهي مگر مان مجبور آهيان انهن دلچسپين جي طرفدار
آهيان جي اسانجي دفتر جي فائدي سان لاڳو آهن.

دروازي تي چپراسي کڙو هو ۽ تورو اڳتي هڪ
ٻاسي پٿر جي بت جيان اڏول، ڪڏهن به مان نه ڪائيندڙ
ٻالتو ڪتي جي تازگيءَ سان پرپل هيڊ ڪلارڪ بيٺو هو.

”مون اهو صحيح سوال پڇڻ جي غلط گناهه سبب
مان ڪاڏي آهيان، جنهن موجب اوهان لاءِ آفيس ۾ پوري
وقت تي اچڻ نه رڳو ضروري آهي پر لازمي به آهي.“

صاحب جي ڪرسيءَ مان جو چيڪاٽ جو آواز آيو،
اُن مان به ڳالهيون ظاهر ٿيون: هڪ نه ڪرسيءَ کي تيل
جي ۽ ٻيو صاحب کي جواب جي ضرورت آهي. مگر
صاحب جواب نه ڏنئي سوال ڪيو، ”ڇا تون گورنر
آهين؟“

”مون ڪتابن ۾ ائين پڙهيو آهي ته هر انسان جي
سيني ۾ هڪ گورنر ٿيندو آهي جو هنجي دل ۽ دماغ
جي حڪومت جون واڳون سنڀاليندو آهي. اوهان اهو
سوال پڇي منهنجي ۽ پنهنجي وولڪ ٻنهي جي اهميت
برابر ڪري ڇڏي آهي.“

”ڪوئي چريو آهي،“ صاحب هيڊ ڪلارڪ ڏانهن
نهاري چيو، ”ڪير آهي ۽ ڪيس ڇا کپي؟“

هيڊ ڪلارڪ شايد چوڻ چاهيو ته هو ڇڙو آهي
۽ ڪيس ڇڙيائي ڪئي مگر موهن جي منهن جو تاءُ ڏسي
هنجي جيڀ جهڻ وات ۾ گم ٿي ويئي ۽ هو وات ڦاڙيندو
رهجي ويو.

جواب موهن ڏنو، "ماڻهوءَ جي عظمت ۽ اوچائي
ان ۾ آهي ته هو هڪ شخص ۾ شخص ماڻهوءَ سان
سٺو هلي. اوهان مونکي ڇڙو چئو ٿا ڇاڪاڻ جو پوليس
اوهانجي هٿ ۾ آهي؛ مگر اوهانکي سوچڻ گهرجي ته
زندگي ڇاڪاڻ جو اوهانکي ڳالهائڻ لاءِ زبان ڏني آهي،
ان ڪري جو اوهانجي منهن ۾ اچي، سو چوڻ صحيح
نه آهي، جيڪڏهن مان غلط آهيان ته ڇا اوهان منهنجو اهو
حق قبول ڪندا جنهن موجب مان پنهنجي انفرادي
دٻدٻي جي بچاءُ ۾ اوهانکي اُنهن جانورن جي نالن سان
مخاطب ٿيان جي جيڪڏهن پٽي هند نه ته راڻي باغ ۾
ضرور ڏسڻ لاءِ ملي ويندا."

صاحب کي پنهنجي پٺ ۾ سرڪاري طاقت هئي ان
ڪري هو ان لحاظ کان بي فڪر هو مگر بحث ۾ هڪ
رواجي پناهگير هنکي چپ ڪرائي ويو اها ڳالهه هن لاءِ
اڪيلائيءَ ۾ ته برداشت ڪرڻ جي ذلت تي سگهي ٿي
مگر ماڻهن اڳيان اهو نڪ جي ڪٽجڻ جيان ڪڏهن به
قبول نه پوندڙ حادثو هو.

هنجي سامهون هڪ نوجوان بيٺو هو جو پنهنجي

آدرشواد سبب ۾ ڳالهيون وساري ڇڏيو هو، هڪ پنهنجي
حيثيت ۽ ٻيو پنهنجو ڪم جنهن لاءِ هو آيل هو.
هن جي ماءُ اسپتال ۾ هئي ۽ ٻيا ٻاتي ٻي گهر ٽيا ميدان
۾ ويٺا هئا.

صاحب کي ساڳئي وقت بحث ۾ ڪُٽڻ جي انڪري
ضرورت نه هئي جو هڪ خسيس ماڻهوءَ کان بحث ڪُٽڻ
هن لاءِ هڪ طرف ڪابه ذهني حاصلات نه هئي ٻئي پاسي
هو هرو ڀرو اُن خسيس ماڻهوءَ کي هن جي خسيسپڻي کان
وڌيڪ اهميت ڏيڻ. مگر جيڪڏهن هو ٿو چوي ”گيٽ
آئوٽ“ ته اُن مان اهو حق جنهن ڏانهن موهن ڌيان
ڇڪايو هو، رد نٿي ٿيو. ٻئي طرف اهو ماڻهو جنهن
سندس آفيس ۾ پٽيوالي کان مار کاڌي هئي، اُن عوام
مان هڪ هو، جنهن جي رضا تي صاحب پنهنجي پد تي
رهي سگهيو ٿي. انڪري ضروري هئو ته موهن کي
پنهنجي حيثيت ۽ ٻيوسي محسوس ڪرائي پوءِ ئي آفيس
مان ٻاهر ڪڍايو وڃي جيئن اُنجو ڏوهه صاحب تي نه پر
سنداس خسيسپڻي تي وڃي پئي.

”اچ ڪرسيءَ تي ويهه.“ صاحب وڌيڪ گهٽتائيءَ
کان بچاءُ حاصل ڪرڻ لاءِ چيو، ”مان توکي سمجهڻ ٿو
چاهيان.“

موهن هيڊ ڪلارڪ ڏانهن گوريلا نظر اُڇلائيندي
ڪرسيءَ تي وڃي ويٺو.

”ڪامياب ائڊمنسٽريشن لاءِ ٻه ڳالهيون ضروري آهن،“
صاحب چيو، ”ماڻهو اسانجون لياقتون سمجهن ۽ اسين
سندن مجبوريون سمجهون.“

”اسين پنهنجيون مجبوريون سمجهون ٿا، اوهين
پنهنجيون لياقتون ڏيکاريو.“ مون صاحب جي اکين سان
اکيون ملايون.

صاحب هڪ ٻيو سگريٽ دکائي چيو، ”مون کي
پناهه گيرن سان همدردي آهي.“

”مونکي همدردي نه گهرجي. مونکي رهڻ لاءِ
جڳهه گهرجي. جڳهه جا اوهين ڏئي سگهو ٿا.“

”ڪابه والار وٺي، جتي خالي ڏسو. پڇڻ جي
ڪهڙي ضرورت آهي؟“

”ضرورت آهي، پهرين اجازت گهرجي. مان قاعدي
کي مڃيندڙ آهيان ۽ انڪري مون سمجهڻ چاهيو ته هتي
اسانجي مجبورين کي ڇو نٿو سمجهيو وڃي.“

”تون درخواست ڏي، ان تي جوڳو ويچار ڪيو
ويندو.“

”درخواست سان رفيوجي سرٽيفڪيٽ ڏيڻو پوندو،
جنهن سرٽيفڪيٽ لاءِ مون اڳم ئي درخواست ڏني آهي
۽ جا اوهانجي جوڳي ويچار: لاءِ اوهانجي ان فائيل ۾
رکيل آهي، جنهنکي اوهان وٽ پهچائڻ جي جوابداري
بدقسمتا منهنجي ناهي. اها درخواست ڏيڻ لاءِ پنهنجو

راشن ڪارڊ ڏيڻ ضروري هو جيئن اوهانکي خبر پوي ته مان رفيوجي آهيان جيتوڻيڪ لياقتن جي دعويٰ ڪندڙ دفتر ۾ اها ڳالهه وساري ويٺي آهي ته راشن ڪارڊ انهن کي ڏنا ويا آهن جنجو نالو رفيوجي دفتر ۾ درج ٿيل آهي. هن وقت آسان کي راشن نٿو ملي جو ڪارڊ اوهان وٽ آهي ۽ جڳهه نٿي ملي جو رفيوجي سرٽيفڪيٽ اوهان وٽ آهي."

"پرواه ناهي." صاحب چيو، "تون درخواست ڏي، پر اُن ۾ رفيوجي سرٽيفڪيٽ نه هجي. توکي هفتي ۾ جڳهه ڏني ويندي."

"۽ مان هفتو ڪيڏانهن وڃان؟"

صاحب هارڻ مشڪيو. چيائين، "پناهگير آهين، رات وڻ جي هيٺان ڪاٽي سگهين ٿو. ريل جا پٽا ۽ ميدان خالي پيا آهن. جڏهن سنڌ مان پڳا تڏهن جناح ڪان پڇيو هئو ته هاڻ ڪيڏانهن وڃون!"

جلاوطنيءَ جو پورو زهر موهن جي اکين ۾ پرجي آيو ۽ هن ٽيبل تي مڪ هڻندي پڇيو، "هن وقت مان هندستان ۾ آهيان يا پاڪستان ۾؟"

"تون هن وقت نه هندستان ۾ آهين ۽ نه پاڪستان ۾. تون رفيوجي آهين، رفيوجي! نه تنهنجو هتي گهر آهي ۽ نه تنهنجو هتي گهر آهي. اوهين ڌوٻيءَ جي ڪتي جيان نه گهر جا آهيو نه گهاٽ جا."

ٽائيپسٽ چپ چاپ ڪنڌ هيٺ ڪري ٻاهــر هلي ويئي، مگر هيڊ ڪلارڪ اُتي ويٺو رهيو، جــو اُها ڳالهه ڪنهن کي ٻڌائي ويٺي هئي. صاحب ڪيس ته ڪٽيو ڪونه ويو هو.

”هيءَ دنيا،“ موهن اُٿي بيٺو، ”توهان جهڙن ماڻهن سبب ٽڪرا ٽڪرا ٿيل آهي، جي انسانيت، انسان جي عظمت، زندگيءَ جي قدرن، اُنهي سوڻهن ۽ اهميت سمجهڻ کان ناقابل آهن. هندستان کي ته اڄ صرف جناح نه ڪيو آهي مگر اُنهن به ڪيو آهي، جنهن جي دماغ ۾ نفاق ۽ پيدا ٿيل آهن.“ ۽ ڏند ڪرٽيندي چيائين، ”هتي اوهين آسان کي جيئڻ نه ڏيندا مگر اسين ٻالڪ کي مرڻ نه ڏينداسين.“

ائين چئي هو دفتر کان ٻاهر نڪري ويو ۽ سڙڪ تي پهچي پرمان ٿي اُن دفتر ڏانهن نهارڻ لڳو. ٿورو ترسي هن رومال ڪڍي نڪ مان باقي بچيل رت ڪــــي اُگهڻ شروع ڪيو.

## مرڪزي شفاخانو

هڪ ديوار آهي، جا ڏسڻ ۾ نئين اُچي، سرڪاري دفتر ۽ ماڻهن جي وچ ۾ کڙي آهي؛ موهن سوچيو.

هن ديس جي ماڻهن رت وهائي، آزادي حاصل ڪئي.
اَسان سنڌين وطن وڃائي رت وهائڻ شروع ڪيو آهي.

جيڪڏهن مان سنڌ ۾ هجان ها ته ؟—

شايد اَهڙي ئي ڪنهن دفتر ٻاهران رت اُتي ٻه وهي ها، مگر اَجهو هئڻ سبب، گهٽ ۾ گهٽ، اِن سوال تي مان اِن رهت ذليل نه ٿيان هان.

هڪ دستي ٻم هجي، قتل ڪريان، اِن دفتر مٿان ۽ ٿي وڃي سڀ رک جو ڍير. اَهڙو ٻم اُنهن مٿان به اُڇليان هان جن ديس کي ٻه اَڌ ڪيو آهي. ڇا ٿئي ها؟ سؤ ڏوهن لاءِ مونکي سؤ ڦاسيون ڏنيون وڃن ها؟— هڪ جان وڃي ها. لکين گهر آباد رهن ها. آئنسٽين اَئٽم ٻم ناهيو. جپان جا لکين ماڻهو صفحه هستيءَ تان مٽجي ويا. آئنسٽين اَهڙو ٻم ناهي ها، جدهنجي ڦاٽڻ سان هي خوني درندا، اِنسانيت پرست ٿين ها!

مان هتي مار کائي ماٺ بيٺو آهيان.

ماءُ اسپتال ۾ آهي.

ٻه ڀينرون ٻکيون آهن.

۽ گهر ڪونهي!

۽ مون، بدظن ٿي سينٽرل هاسپيٽل ڏانهن هلڻ شروع ڪيو. هلندي رستي تي ٺاهو کائي هيٺ ڪري پيو. هن مشڪيو. ڪرڻ سان مشڪ جي ڏ ڙ پاٽمرادو ڪجهي.

هاسپيٽل اڳيان جون سٽ ٻڙڪون. ڀرڻ لين ۾ لڳي دق

ٻجا مريض. هوا، سال ٻجا نؤ مهنا، اولهه کان اوڀر طرف وڃي. ٽي - بيءَ جا مريض، ٻجا هوا منجهن مان ڪيئن، اُها ٻين مريضن ڏانهن وڃي. چؤڏاري سوئر گهمي رهيا هئا. جيئن ته سنڌونگر ۾ ميونسپالٽي اَچا وجود ۾ نه آئي هئي، اِنڪري پنگين جو ڪم، سرڪار طرفان سوئرن کي سپرد ٿيل هو.

ٻار ڪسيءَ ۾ ڪاڪوس ڪرڻ وهي ۽ هڪ سوئر پنهنجو منهن اُن ڪسيءَ اَندر وجهي وات کولي. ٻار جو ڪاڪوس بند ٿي وڃي ۽ سوئر اُن پنيان ڊڪڻ شروع ڪري.

اَڳي راڻا سانگا ۽ پرتاب جهڙا جوڌا، سوئرن جي شڪار تي نڪرندا هئا ته هٿيار بند ٿي ۽ شڪارين جا ٽولا وٺي. پالا ۽ برڇيون کائي ۽ شايد مهاتما گانڌيءَ جا پاشرط ٻڌي، سوئرن جي دهشت مارجي چڪي آهي. هنن جي منهن ۾ اُها وحشت به نه آهي؛ مگر اِها ڳالهه ٻار نه سمجهن.

البت رات جي وقت سوئرن کي پنهنجو پراڻو اِتهاس ياد اچي وڃي ۽ پوءِ ڪاپيل ٻٽرڪن ۾ اَندر گهڙي هڙ تازا چاول ٻارن جي پيٽ ۾ وات وجهي، جهنگل ڏانهن ڀڄيو وڃن.

ڪئمپ جون گسيون وڏيڪ ڊپلوميٽ آهن. رات جي وقت هو جوان عورتن ۽ مردن جي ڪڙين ڪسي چڙهڻ

شروع ڪن. هنن جي اُن چٽ چٽ ۾ مذهبي وعظن جو مينتاج رهي. صبح جو ڏس ته ڪڙهون گسيل.

رستا جتيون گسائيندا آهن، گسيون ڪڙهون گسائين.

سينٽرل هاسپيٽل جي چوڏاري ڪو لوڙهو ڪونهي. بئرڪن کي دروازا ڪونهن. چئني ۾ پنکن بدران جارا آهن.

هڪ بئرڪ ٻاهران ۾ لاش پيا آهن. اندر مريض آهن. هو شڪايت نٿا ڪن ته لاشن جو اُنسي هئڻ ڪين وڏيڪ بيمار ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن هو شڪايت ڪندا ته هنن جي دوا بند ڪئي ويندي ۽ پوءِ جڏهن اهي لاش هٽايا ويندا، تڏهن اُن خالي ٿيل جڳهه تي سندن لاش رکيا ويندا.

اُنين ۽ ڏهين سالن جون ٻه پيٽرون اڳيان وڌي آيون. شايد معاملو گنڀير هو ان ڪري هو سامان سڙڪ تي ئي ڇڏي آيون هيون. هڪ هئي گنگا، ٻي سنڌو. هڪ ڏهن سالن جي ٻي اُنن جي.

"ڊاڪٽر چيو آهي ته ڪيس پيپر ڪڍائي مون سان گڏجڻ اچي." گنگا چيو.

موهن ڪيس پيپر ڪڍائڻ لاءِ ٻي قطار ۾ بيهي ٿو. اٿي هڪ رعايت آهي. فِي پگهار جي حساب سان.

واري اچڻ وقت موهن پنهنجو هٿ نڪ تي رکيتو.

"تنهنجو پگهار؟"

"مان بي روزگار آهيان."

"ڪمائيءَ جو ٻيو رستو؟"

"اَڃا ٺهيو ڪونهي."

"ته ڪائو ڇا؟"

"سرڪاري راشن."

"۽ ٻاجهيون؟"

"ٻاجهيون ڪو نه کائون."

"سنڌ ۾ ڇا کائيندا هئا؟"

"اَوهين ڇا نوڪريءَ لاءِ اَنٽرويو ٿا ونو؟"

"اِنٽرويو. هه ها .... پٺهي ڇا ڪري؟"

"آزاديءَ وقت هُو لاهور ۾ هو."

"ٻيو ڪوڙ!"

"هُو ريلوي ۾ نوڪري ڪندو هو. رام گليءَ ۾ رهندو هو. هڪ بزرگ دوست ڳالهه ڪئي ته لاهور جي فسادن ۾ ...."

"يعني هڪ آنو بچائڻ لاءِ تون ڪوڙ جو ڪارخانو کولي رهيو آهين."

"بهتر آهي اَوهين سرٽيفڪيٽ ڏيڻ بدران ڪيس پيپر ڪڍو."

"پهرين آنو ڪٽي اَچ."

"مان ڊاڪٽر سان گڏجڻ چاهيان ٿو."

"اُهو ڪنٽ واري روم ۾ اَٽڪي، وڃ."

موهن سول سرجن جي ڪوٺيءَ ٻاهران بيٺو.

واري اَڇڻ سان اَندر گهڙيو ۽ هن پنهنجي واقفيت ڏني.
سول سرجن چيو، "تنهنجي ماءُ آڪسيجن تي آهي."
"ڊاڪٽر هنکي بچايو. منهنجو پيءُ لاهور جي فسادن ۾ مارجي ويو. باقي ماءُ آهي. ديا ڪريو."
"منهنجي في پنجاه رپيا آهي."
"مگر هيءَ ته سرڪاري اسپتال آهي."
"في آن آفيشل آهي."
"مگر اِهو ته ڏوه آهي."
"توکي ڇا ماءُ پياري ڪانهي؟"
"مگر مان ته ڪيس پيپر لاءِ آنو به پوري نٿو سگهان."
"ٺيڪ آهي. تون جوان آهين، پنهنجو رت وڪڻي سگهين ٿو. هفتي ۾ هڪ دفعو. هفتي ۾ ڏه رپيا. پنج هفتا توکي هتي اَچڻو پوندو."
موهن ڪف مٿي ڪري ٻانهن ٽڪن تائين اُگهاڙي ڪئي. "ڇا اِهو ممڪن ڪونهي ته اِهو سڀ رت هڪ ئي وقت ڪڍو."
"نوجوان، ايڏو رت هڪ وقت ڏيڻ سان مري ويندين."
ٻاهران گنگا پڪاريو، "پاڻو."
موهن حراسجي ٻاهر آيو.
"پاپي مري ويئي."
"ڇ.... آ!...."

هو چپ چاپ پيرڻ سان ٻي پيرڻ ۾ ٻنهي سان ماءُ جي بستري تي آيو. آڪسيجن جو سلينڊر هٽايو تي ويو. لاش مٿان اڇو، ميرانجهڙو ڪپڙو وڌو ويو هو.

هڪ ٻڍي سنڌيءَ موهن کي چيو، ”پائي تون سڄو ڏينهن هئين ڪٿي؟“

”ڇو؟“

”ڊاڪٽر سمجهو نه عورت جو ڪوئي آهي ڪون. مان هتي جهونو آهيان. ڊاڪٽر هر سيريئس ڪيس لاءِ پنجاهه رپيا رشوت وٺي. تنهنجي ماءُ کي جو سلينڊر ڏنو ويو، اهو خالي هو. اُن ۾ گئس نه هئي- يعني آڪسيجن نه هو.“

موهن ماءُ جي پيرن ۾ ڪري هنياءُ ڦاڙي روئڻ وارو هئو؛ مگر اِها ڳالهه ٻڌي پهرين حيران ٿي ويو ۽ پوءِ جوش ۾ سڌو سول سرجن جي روم ڏانهن ڀڳو.

هن اندر گهڙندي هڪ ڪرسي کنئي ۽ زور سان سول سرجن جي مٿي تي هنئي. سول سرجن ڪرسيءَ سوڌو پٺيان ڪريو.

”مادرچوت، حراميءَ جي اولاد، مان تنهنجو خون پي ويندس.“

سرجن ’بچايو بچايو، خون خون‘ چلايو. ماڻهو اچن، ان کان اڳ موهن ڊاڪٽر جا اڳيان ٻه ڏند ڀڃي ڇڏيا. ڊاڪٽر جي مٿي مان رت وهي رهيو هو. موهن هن کي

لتون، مڪون، ٽڪر هنيا.

انهيءَ ۾ ڀرين ماڻهو آيا ۽ پوءِ پوليس آئي. پوليس سب اِنسپيڪٽر پنهنجي بيلٽ لاهي موهن کي ماري رتو رت ڪري ڇڏيو ۽ موهن اوستائين مار کائيندو رهيو، جيستائين هوُ مورڇت نه ٿي ويو هو.

## سرڪاري عدالتخانو

موهن جون اکيون کليون ته ڏٺائين ته هو لاڪپ ۾ بند هو. شيخن واري دروازي ٻاهران هنجون ٻه پيرون ونهيون هيون. ننڍيءَ سنڌوءَ جو منهن گوڏن ۾ هو ۽ گنگا بنا اکيون ڇنڀڻ جي ڏانهنس نهاري رهي هئي؛ جا موهن کي اکيون کوليندو ڏسي هٿ سان ڳوڙها اگهڻ لڳي.

موهن پڇيو،" پاپيءَ جو لاش؟"

" اسپتال وارن جلائي ڇڏيو."

" مون نه هنجو منهن به نه ڏٺو."

" پاڻو، تو ڊاڪٽر کي مار ڇو ڏني؟"

" اُن ئي نه اسان جي پاپيءَ کي ماريو."

" هاڻ نه توکي سزا ايندي."

” اُنکي ڏسبو.“

هاڻ سنتوءَ اکيون کوليون.

” اُوهان کجهه کاڏو آهي؟“

” نه.“

” رهڻ لاءِ جڳهه ڪونهي ڪائڻ لاءِ کاڌو ڪونهي. اُوهين وينديون ڪيڏانهن؟“

” پائو ڀڳوان ته آهي.“

” ڀڳوان ١٥ آگسٽ ١٩٤٧ ۾ مري ويو.“

” ڪنهن مندر ۾ رهنديون سين. تون خيال نه ڪر.“

” ڇگو، تون پاسي واري روم ۾ سان ڪنهن پوليس آفيسر کي سڏ ڪر.“

گنگا ائين ڪيو.

موهن انگريزيءَ ۾ چيو،” مان ڇٽي نٿو سگهان ته منهنجي قسمت ۾ ڇا آهي. اَڄ منهنجي ماءُ جو موت ٿيو آهي. ڪوئي گهر ڪونهي. تون جيڪڏهن منهنجي هنن ٻن ڀينرن کي ڪنهن اَناٿ آشرم ۾ پرتي ڪرائين ته....“

آفيسر چيو،” ڪاپاڻ ڪئمپ اَناٿ آشرم نه آهي ته ڇا آهي؟ هت ۾ ڪترو ڪٽي پٽن، جوان ٿينديون ته ڪمائڻ جا پيا رستا به کلي ويندن.“

” هڪ پوليس آفيسر کي عوام جي شيوا ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن تون منهنجي جڳهه تي هجين ته اهڙي ڳالهه ٻڌي تون ڇا سوچين؟“

”پوءِ ڳالهه نه مان توهان جي جڳهه تي ٿي نٿو سگهان، جو مان سنڌي گدڙ نه آهيان. اُتي جناح سان وڙهي نه سگهيا ۽ هتي پنهنجن تي حملو ڪري رهيو آ.“

”اِها به مجبوري آهي. پر اُهو ڊاڪٽر ڇا اَڃا زنده آهي؟“

”توهان جي خوشقسمتي، جو مرڻ کان بچي ويو آهي.“

بارن ڏانهن منهن ڪري چيائين،”هاڻ توهان وڃو.“

موهن چيو،”ڪنهن گهر ۾ باسڻ ڏيو ٿي. ڀڪيا نه وڃو. پاڻ سنڀالجو.“

ٻئي ڏينهن عدالت خاني ۾:

”گيتا تي هٿ رکي چئه ته جو ڪجهه چوندين، اُهو سچ چوندين ۽ سچ کان سواءِ ڪجهه نه چوندين.“

موهن جج ڏانهن نهاري چيو،”مون کي ان ڳالهه جو ڪهڙو ڀروسو آهي ته هن ڪپڙي اندر جو ڪتاب آهي، اُها ڀڳوت گيتا آهي؟“

سرڪاري پراسيڪيوٽر چيو،”هي ۽ اِنصاف جو گهر آهي. اِهو سوال اُٿارڻ عدالت جي بيعزتي آهي.“

”مان عدالت جي بيعزتي ڪرڻ نٿو چاهيان، مگر اوهان کي ڪهڙو وشواس آهي ته جو مان ڳالهائيندس ان کي اوهين سچ سمجهندا؟“

”توهان جو مطلب؟“

”قسم فريادي ٽوڙي جوابدار ٻئي کڻندا هوندا ۽ ٻئي

پاڻ کي بي ڏوهي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا اِن حالت ۾ گيتا تي هٿ رکي قسم کڻڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟"

"ڇا تو کي ڀڳوان جو ڊپ ڪونهي؟"

"اِنجا ٻه جواب آهن:

پهريون جواب اِهو آهي ته سچن ماڻهن کي ڀڳوان جو ڊپ نه ڪرڻ گهرجي؛ ڇو جو ڊپ اُهي ڪن، جي گناه ڪن.

ٻيو جواب اِهو آهي ته جيڪڏهن گيتا يا قرآن تي هٿ رکڻ سان، اِنسان جي من ۾ ڀڳوان جو ڊپ جاڳي ٻه ها ته هندستان جو ورهاڱو نه ٿئي ها ۽ خون جي اهڙي رتوڇاڻ نه ٿئي ها جا پنجاب ۽ بنگال ۾ ٿي."

جج ٽيبل تي مترڪو هڻي چيو، "آرڊر آرڊر." ۽ پوءِ چياتين، "ڪارروائي شروع ڪئي وڃي. اي نوجوان، تون گيتا جو قسم کڻ."

"مان اِهو قسم نه کڻندس. مان اِن قسم کڻڻ کانسواءِ جو به ڳالهائيندس، سچ ڳالهائيندس. سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي زماني ۾ اهڙي قسم کي ڪهڙو ارٿ آهي؟"

"تون عدالت جي بيعزتي ڪري رهيو آهين."

"اَصل نه - بلڪ اوهين هرڪنهن کان گيتا، قرآن يا بائيبل تي هٿ رکائي اُنهن جي بيعزتي ڪندا رهيا آهيو."

"تو کي اهڙي بيان ڪرڻ تي سزا ڪاٽڻي پوندي."

”مان ڄاڻان ٿو، جيڪڏهن مان اهڙو بيان نه ڪيندس تڏهن به مونکي سزا ڪانه ٿي پوندي.“

”مگر هاڻ توکي ٻٽي سزا ملندي.“

”يعني ٻي سزا جو به فيصلو ٿي چڪو آهي.“

ڪلهاڻ ڪورٽ ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو ۽ ٻه چار وڪيل هئا. پبلڪ پراسيڪيوٽر چيو، ”مي لارڊ! هن شخص جي ماءُ، ڇڳهه ڪرڻ سبب زخمي ٿــي سينٽرل هاسپيٽل ۾ داخل ڪئي ويئي ۽ جا ڪالهه مري ويئي. هــن ڊاڪٽر تي خوني حملو ڪيو. ڊاڪٽر بمبئي جي هڪ پرائيويٽ نرسنگ هوم ۾ زير- علاج آهي.“ موهن ڏانهن منهـــن ڪري پڇيائين، ”بڌاءِ تو هن تي اهو خوني حملو ڇـو ڪيـو؟“

”صرف اِنڪري جـــو ڊاڪٽر کي مـــان پنجاهه رپيا رشوت ڏيئي نه سگهيس ۽ هـــن منهنجي ماءُ کـــي اُن سلينڊر تي رکيو، جنهن ۾ آڪسيجن نه هئي.“

”اُنجو ثبوت؟“

”ڪنهن مونسان ڳالهه ڪئي.“

”يعني تو ڪن ٻڌل ڳالهه تي ڊاڪٽر تـــي خوني حملو ڪيو؟“

”ڳالهه ڪن سان ئي ٻڌبي آهي.“

”تون پوليس ۾ رپورٽ ڪرڻ ها.“

”پوليس ٻڌي ڪنهن کي ٿي؟“

وچ ۾ جج چيو، ”يعني تون پوليس جي به بيعزتي
ڪري نيون ڏوھ ڪري رهيو آهين.“
”منهنجو صرف هڪ ڏوھ آهي ته مان سچ ٿو چوان
۽ اُهو سچ اِنڪري ڏوھ آهي جو اُنجو ڳالهائڻ وارو
سنڌي آهي.“
”تون دماغي مريض ته نه آهين؟“
”اِها هن ديس جي آزاديءَ جي ڏڻ آهي.“
جج چيو، ”هنکي منهنجي اکين کان پري ڪيو.
هيءَ ڪو پڪو بيوقوف ٿو لڳي.“
موهن رڙ ڪري چيو، ”جج صاحب، اَوهين هڪ
اِنسان کي گار ڏيئي رهيا آهيو. اوهين پنهنجي ڪرسيءَ
جو غلط فائدو وٺي رهيا آهيو ۽ اوهين مونکي اِهي لفظ
ڪنهن ٻي جڳهه تي چئو ها ته شايد مان اِها ڪرسي
اوهان جي سر تي هڻان ها.“
پوليس موهن کي واپس وٺي ويئي.
هن ٽي راتيون روز پوليس جي مار کاڌي.
۽ ڪيس ست سال سخت پورهي سان سزا ڏني ويئي
۽ اُن لاءِ ڪيس ويساپور جيل ۾ موڪليو ويو.

## جهلڪاٽو

گاڏي منماد کان پُوني، معرفت پوند وڃڻ لڳي.
موهن ٻين قيدين سان گڏ، دريءَ وٽ ويٺو هو. جڏهن
هن کي پيءُ جي فسادن ۾ مارجي وڃڻ جي خبر ملي
هئي، تڏهن هن ائين محسوس ڪيو ته هن پوري دنيا
مان ڪا چيز هميشه لاءِ گم ٿي وئي هئي. ۽ هن سوچيو
هو: پهرين ضرور ڪنهن دادا کي ڇرو هنيو هوندو. دادا
کي ڏاڍو سُور ٿيو هوندو. هوُ پٽ تي ڪريا هوندا ۽
پوءِ ڪنهن ڪيس ٻيءَ ۾ ڇرو هنيو هوندو. آه! دادا
ضرور پاڻيءَ کي، ٻارن کي ياد ڪيو هوندو. جيڪڏهن
مان اُتي هجان ها ته مان دادا اڳيان بيهان ها ۽ چوان ها
ته هنکي نه ماريو، مونکي ماريو. مان جوان آهيان. اوهان
کي هن کان وڌيڪ مون مان ڏپ هئڻ گهرجي. مگر اوهان
کي ڪهڙو ڏپ آهي؟- اوهان کي پاڪستان گهرجي؟-
جتي هڪ مسلمان آهي، اُتي پاڪستان آهي. جتي هڪ
هندو آهي، اُتي هندستان آهي. ڪهڙي جڳهه آهي جتي
هندستان ۽ پاڪستان نه آهي؟- مگر ڪٿي ڪو اِنسانستان
به آهي؟

هتي وڻ آهي، ڪا ندي، مٺي، پياري ڇانو- سر
مٿان. ڪو پيار ڀريو هٿڙو پٺيءَ طرف نوڙندو. مگر اُها پل
هئي. هڪ هٿ ماءُ جو رهيل هو. رات جو چت ڪري
۽ هنجو مٿو ڦاٽي پيو. اُهــا چت منهنجي مٿان ڇونـــ

ڪري؟- اُنهن مٿان ڇو نه ڪري؛ جن هندستان کي ٻه ٽڪرا ڪيو.

۽ هڪ ٻي به ماءُ آهي منهنجي — سنڌ.

هڪ ٺٽي ۾ ٻيڙيءَ ۾ اوڏ مومل سفر ۽ ساڻ ٻيلي ۾ ساڙوڪ ڪاڏو. پکين جا مٺا آواز. معصوم شاهه جو منارو.

ڪراچيءَ ۾ نيٽي ڇيٽيءَ کان پنيون رستو، سٽولورس ٻرج تائين. اُن بعد ساڄي طرف کان واريءَ جا ڍڳا- اِن طرفان ڪلفٽن وڃڻ جو رستو، لاهور جي شاليمار باغ ۽ مال روڊ کي مات ڪري. برنس گارڊن، رام باغ، ايڪسٽينشن. ڪراچي، منهنجي سنڌ جو تاج.

ڪوٽڙيءَ ۾ روز نياڻي لسيءَ جو گلاس موڪلي. اُهڙو گلاس جيڪڏهن جناح ۽ نهروءَ کي نصيب ٿئي ها ته شايد هندستان ٻه اڌ نه ٿئي ها.

انگريزي سامراجواد جيڪڏهن هڪ شخص جو روپ وٺي منهنجي سامهون اچي ها ته مان هنجا ڏند پٽي، پٽ تي سٽي ساهه ڪڍان ها.

موهن ٿڌو ساهه کنيو.

ٿورو پريرو، هن ڏٺو، هڪ جوان ڇوڪري هن ڏانهن نهاري رهي هئي. شايد شادي ڪيل هئي. مڙس جو ڪنڌ جهوٽڻ سبب هنجي ڪلهي تي ٽيڙ ڪائي رهيو هو. موهن هٿ ۾ لڳل هٿڪڙين ڏانهن نهاريو ۽ وري اُن طرف نظر ڪئي. ڇوڪريءَ اکيون هيٺ ڪري ڇڏيون.

سشيلا به نه ائين ڪندي هئي.

ڪئرن ٻورڊ راند ڪندي ائين ڪندي هئي. ٽينس راند ڪندي ائين ڪندي هئي ۽ جڏهن پروفيسر ٽـي- ايچ. آڏواڻي اليٽ پڙهائيندو هو، تڏهن پاڻ ڏانهن مون کي نهاريندو ڏسي، اکيون ائين هيٺ جهڪائيندي هئي. ڊي. جي. سنڌ ڪاليج جي حاطي ۾ هن مون کي چيو هو: موهن، مان تنهنجي آهيان!

ڪٿي آهي سشيلا؟-

پاڪستان ۾؟

هندستان ۾؟

ڪنهن ٽولي ني حملو ڪيو ۽ هوءَ به مري ويئي؟-

شايد هوءَ بـه ڪنهن مليٽري ڪئمپ ۾ هجي ۽ سوچيندي هجي: ڪٿي آهي موهن؟- مگر سندس تصور جي ڪيڏي نه پيچيدگي ڪيس، هڪ ٿرڊ ڪلاس گاڏي ۾، قيدي جي حالت ۾ سفر ڪندڙ موهن جو عڪس نه ڏيندي.

۽ گنگا؟

۽ سنڌو؟

جو دادا ۽ پاڻيءَ اهي نالا رکيا؟- ندين تهذيب کي جنم ڏنو. تهذيب مذهب کي ۽ مذهب انسان کي انسان کان الڳ ڪيو. نديون خود به نه الڳ ٿيون وهن!

هڪ ارٿ- هيڻ ايمان، مذهب جو آدرش رهيو.

گھٽا ڏينھن ھتي ماڻي نہ کاڌي ھوندي؟- ڪٿي ڏکہ
کان گھبرائجي ٻنھي لوڪل ٽرين ھيٺان اچي آپ ھتيا نہ
نہ ڪري ڇڏي!؟

سڀ ڏوھ منھنجو آھي، مان وھنوار ۽ دستور جي
ڳالھہ ڪيي نٿو مڃان ۽ ھر اختياريءَ ڪي لاڪارين ٿو. مان
لٽريچر ۾ گرئجوئيٽ آھيان. ڪو مونکي چماٽ ھڻي،
ڪيڏي اَئنٽي اِنٽيل اَڪچوئل ڳالھہ آھي، غم پي وڃجي.
پاڻکي ٻيو سمجھي، پنھنجي بيعزتي ٻئي جي بيعزتي
سمجھي برداشت ڪجي. پاڻکي ٽورو دوکو ڏجي. اَندران
مرجي، اُھو بھتر آھي. ڪنھن کي خبر نہ ھوندي تہ جنھن
جوان جي سيني ۾ آدرشن جا باغ ھئڻ گھرجن، اُتي
زندگيءَ جي ذلتن جا شمشان آھن.

شايد اِھا جديد تھذيب جي عظمت آھي جو اُھا
پنھنجي ٻاھرين رعب سان اَندران ماري ٿي. چاھي اُھو
سرڪاري دفتر ھجي، پوليس اِسٽيشن ھجي، سرڪاري
ھاسپيٽل ھجي، ڪورٽ ھجي.

ھاڻ مان اَندران مرڻ پسند ڪندس. ٻاھران آواز بند.
خلاص! چپ چاپ سڀ سھندس. جيل اندر، جيل ٻاھر.
اَندرئين موت ۾ ناٽڪ نہ آھي.

سامھون واري ڇوڪري وري بہ ھن ڏانھن نھاري
رھي ھئي.

موھن پنھنجي ڏاڙھيءَ کي کنھڻ لاءِ ھٿ مٿي ڪيو،

مگر هٿڪڙيءَ سبب ائين ڪري نه سگهيو.

ڇا اِهو ممڪن آهي ته ڪنهن طرح مان هن گانڌيءَ مان پڇي وڃان؟- پر پڇي مان وٺندس ڪيڏانهن؟ هن عورت جي اکين ۾ جو پيار آهي، اهو رحم جو زهر آهي؛ جو نه هوءَ ڳيت ڏيئي پياري تي ۽ نه ڪنهن ٻئي طرف هاري تي.

ڊئم اِٽ. آءِ هيٽ اِٽ.

اِن کان بهتر آهي سشيلا تي سوچيان. مگر مان ڪڏهن به ڪنهن تي به سوچيان ته ٿوري گهڙي منهنجو ڌيان اِن حقيقت ڏانهن وڃي ٿو، ته مان هتي پناهگير آهيان، جنهن لاءِ چيو ٿو وڃي ته اهو منهنجو ملڪ آهي؛ جيتوڻيڪ منهنجو اَصل ملڪ سنڌ آهي.

درد سبب هن آه ڀري: "الله."

پاسي واري قيدي سڄاڳ ٿي چيو، "سالا! هندو ٿي الله جو نالو ٿو وٺين؟"

هن لڪي نظر سان اُن قيديءَ ڏانهن نهاريو، مگر سوچيائين ته مونکي تازي فيصلي تي قائم رهڻ گهرجي.

مهاتما گانڌيءَ کي ڪنهن خبيث گولي هنئين. هن چيو: "هي رام...." ڇا ٿئي ها جيڪڏهن بي ساخت گانڌيءَ جي منهن مان نڪري ها: يا الله....؟

سنڌي بنيادي طور سيڪيولر آهن. تصوف هنجي رت ۾ آهي. جيڪڏهن مهاتما گانڌي يا الله چئي ها ته

جناح ۽ هنجي پوئلگين جون اکيون ڦاٽي ويون ها.

وشواس اهو جو رت ۾ هجي. هيءَ جلاوطني هڪ اَوشواس جي سزا آهي.

۽ شيڪسپيئر جو اهو سانيٽ:

When in disgrace with fortune and Men's eyes
I all alone beweep my outcast state

۽ ٻي انگريزي ڪويتا:

I stand a wreck on Error's shore
A spectre not within the door
A houseless shadow evenmore
An exile lingering here.

سامهون واري ڇوڪري ڏانهنس ٽڪ ٽڪ نهاري رهي هئي.

هن سوچيو: سنڌ ۾ هجان ها نه سڀ ڪجهه هجي ها. ڪا ٻي زندگي هجي ها. هينئر جواني جيل ۾ گذرندي. ديوارين ۽ لوهي شيخن.

لوهي شيخن وٽ بيٺي موهن شفق ڏانهن نهاري رهيو هو. سڀ ٻنهي ٽي بنگال پوليس واري ڪيس چيتاءُ ته جيڪڏهن ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندين ته مان ٺي گولي هڻي ماري ڇڏيندوسانءِ.

ٿوري وقت بعد هڪ پوليس وارو ۽ جيلر اتان لنگهيا.

جيلر پڇيو، ”تون شاهد قيدي نمبر 10932 آهين.“

موهن مشڪيو.
"آسمان ۾ ڇا پيو ڏسين؟"
موهن چيو:
The evening is spread out against the sky
Like a patient etherised upon a table
"اَڄ اِها ته ٿي. اهڙو اليٽ جي مشهور ڪوتا
The love song of J Alfred
Prufrock جي سٽ آهي."
موهن چيو، "اوهان شايد اليٽ پڙهيو آهي."
"مان جيلر آهيان. اِها وڏي ڳالهه نه آهي تہ مون اليٽ پڙهيو آهي. پر هڪ قيديءَ اليٽ پڙهيو هجي- اِها ضرور وڏي ڳالهه آهي."
"۽ خاص ڪري اِنڪري بہ تہ اُها انگريزيءَ ۾ آهي. روي بابو جي چوان ها تہ اوهين شايد ڪلو ها تہ قيدي جيل ۾ گيتانجليءَ جا پيو حوالا ڏئي."
"نوجوان مان تنهنجي شخصيت کان متاثر ٿيو آهيان. اَڄ تہ چانهه پيئون."
موهن جيلر سان هلڻ لڳو ۽ سوچڻ لڳو تہ اِها زندگي جي ڪهڙي بيهودگي آهي تہ جتي پيٽ ڀرڻ گهرجي، اُتي سڪ ٿــو ملي ۽ جتي، اِنصاف، همدردي ۽ سنيه ملڻ گهرجي، اُتي ڏڪا، ڏڏڪا ۽ سزائون ٿيون ملن.
"هـــو ڏس. سامهون واري بئرڪ ۾ مهاتما گانڌي رهندو هو."

موهن اکہ کٿي اُن طرف نهارڻ جي تڪليف نہ ورتي.
جيار آفيس ۾ ٻن ڄڻن کي آرڊر ڏنائين: ''ڏس،
منهنجي پستول ۾ گوليون پريل آهن، ڪا بہ لچائي نہ
ڪجي.''

''مان لچائي نہ ڪريان، اِن لاءِ پستول ۾ گولين جو
هئڻ ضروري ڪونهي.''

''ڇا؟''

''مان لچائي ڇو ڪندس. مان تعليم يافتہ آهيان.
منهنجي پنيان موئن جي دڙي جي تهذيب آهي.''

''تہ پوءِ تو ڊاڪٽر تي خوني حملو ڇو ڪيو؟''

''منهنجو حملو خوني نہ هو.''

''يعني؟''

''ڊاڪٽر ڪسي مان رشوت ڏيئي نہ سگهيس. هن
صاحب منهنجي ماءُ کي اُن سلينڊر تي رکيو، جنهن ۾
آڪسيجن نہ هئي ۽ هوءَ مري وئي. ڊاڪٽر کي مان
پنهنجو رت وڪڻڻ لاءِ تيار ٿيس؛ مگر هو اُن ڪان اڳ
اِهو ڪم ڪري چڪو هو. اوهين ٻڌايو: اِن حالت ۾
۾ مان ڇا ڪريان؟ ڊاڪٽر جي قدم بوسي. ها، مون
ڊاڪٽر کي ڪرسي هڻي. منهن تي مڪ هڻين مانس.
مونکي اِها خاطري آهي تہ هاڻ اهو ڊاڪٽر ٻين سان
ائين نہ ڪندو.''

''پر توکي قائدو هٿ ۾ نہ کڻڻ کپندو هو.''

”جيلر صاحب، مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن وٺنيا ڪي ڪونه ڏٺو آهي؛ مگر اُنهنجي ڪرتبن کان واقف آهيان. مان سمجهان ٿو قائدو وٺنيا جيان پنهنجو پاڻ هٿن ۾ هليو اچي.“

جيلر ٿهڪ ڏيئي کانڊ لڳو.

”مون هڪ ماءُ جي آهوتي ڏني. ٿي سگهيٿو، ڪن مائرن جي مون زندگي بچائي به هجي.“

”تو ڪورٽ ۾ ڇا چيو؟“

”ڪورٽ ۾ سچ ڳالهايم. وڪيل صاحب ڪي پڇيل سوال ۾ صرف ها يا نه گهرجي. بت ٻو سي؛ جيئن اليت چيو آهي ته اَچي ۽ ڪاري وچ ڪي Shades of Grey به ٿيندا آهن.“

”تنهنجي تعليم؟“

”مان اَدب ۾ گرئجوئيٽ آهيان.“

”مان توکي مدد ڪندس.“

چانهه آئي. موهن چانهه جو ڍڪ ڀريندي چيو،”دراصل اُن رات طوفان لڳو. اَسانجي گهر جي ڇت ڪري پيئي. ماءُ زخمي ٿي مري ويئي. منهنجون به ڀيڻر آهن. نئو ڄاڻان هؤ ڪٿي هونديون. اُتي اَسانجو ڪو مٽ مائٽ ڪونهي. هڪ اُنين ۽ ٻي ڏهين سالن جي آهي. هڪ سندو، ٻي گنگا آهي.“

”نوجوان، منهنجو هڪ دوست ڪلياڻ سي. آءِ. ڊي

۾ آڻيندا آهي. مان هن کي لکندس."

موهن چپ. هن سوچيو: ڇا اِهو ممڪن ٿي سگهيٿو؟

هن جيل ۾ - صبح جو ڇهين بجي حاضري، رات کو قيدي پنجين نه ويو آهي. ست کان اُٺ ڇانهه. هڪ کان ٻي بجي ماني ۽ وچ ۾ باقي ڪلاڪ بند ٿي ڪم. هن جيل جي چوڌاري جو گهيرو آهي، اُهو رات جو گهنجندو ڇت ٿي وچاڻ تڏي تائين محدود ٿي وڃي. منهنجي آزاديءَ جي پڪيرڙ ٣×٦=١٨ چورس فوٽ سنوت آهـــي.

اُن ڏينهن هڪ قيديءَ چيو، "منهنجي هٿ جـي صفائي؟- پوليس واري جي کيسي مان ٻيڙيون ڪڍان نه خبر نه پويس. بابوجي، تون پڙهيل آهين، ٻڌاءِ ڪنهنجي دماغ جي صفائي ڪيئن ڪجي؟"

ٻئي چيو، "باهر نڪري اسين هڪ ٽولي ناهينداسين. هن سزا جو بدلو اُنهن شريف ماڻهن کان چڪائينداسين، جي موقعي جو فائدو وٺي اسانکي جيل ۾ موڪلين ٿا. موهن، تون ٿيندين شامل؟"

ڪو رستو کلي پوي.
ڪو رستو ڪئمپ جو کلي پوي.
ڪو رستو سنڌ جو کلي پوي.

"ڇا ٿيو، وري ڪوٺا جي دنيا ۾ کوهجي وئين."

موهن وڏيل ڏاڙهيءَ تي هٿ ڦيريندي چيو، "نـــ

جيلر صاحب، انڊمان ڪيتري به سهڻي هجي، مگر ڪير
به پنهنجو اُتي گهر ٻڌائي نٿو سگهي."

اَٽڪل ڇهن مهينن بعد جيل بند ٿي آيو ۽ وڏا وڏا
پٿر اوراڳهيندو موهن وقت پهتو. سڀني قيدين ڪم
بند ڪيو.

هن مشڪي موهن جي ڪلهي تي هٿ رکيو.

"ڇا پنهنجن جو پتو پيو؟"

"نه مسٽر موهن" جيلر ڇاتي ڦوڪي چيو، "منهنجي
دوست، اُن ڊاڪٽر کي سازشي ڪيس ۾ گرفتار ڪرايو
آهي. آڪسيجن سلينڊرن جي خالي هئڻ جو ثبوت
ڪورٽ کي ملي چڪو آهي. منهنجو دوست اُن جج
سان به گڏيو، جنهن توکي سزا نه ڏني، مگر پوءِ پڇتايو
هو. موهن اَڄ کان تون آزاد آهين."

ڪراچي ۾ ١٤ آگسٽ ١٩٤٧ تي جناح ۽ مائونٽبيٽن
جشن آزاديءَ جي جلوس ۾ نڪتا هئا. گهڻا ماڻهو خوش
هئا؛ مگر موهن مات هو. هن لاءِ اِن لفظ کي ڪا معنيٰ
نه هئي. مگر جيلر جي منهن مان آزادي جو لفظ ٻڌي هن
ائين محسوس ڪيو ته هن جي وجود جي قلعي جو گهيرو
٣×٦=١٨ مان وڌي پوري برهمانڊ کي وڪوڙي ويو.
گهڻن سالن بعد هن محسوس ڪيو، هن جي ڇاتي خوشيءَ
وچان ڦوڪڻي جيان وڌڻ لڳي هئي.

ڪو قيدي، وقت کان گهڻو اڳ آزاد ڪيو وڃي، اها

ٻالهه ڪوئي جيلر ٻاڻ ٻڌائڻ چو اَچي؟-

ڀڳوان مري ويو آهي، مگر اِنسان اڃا زنده آهي. ۽ هن ملڪ ۾ اهڙا ماڻهو پڻ آهن، جن وٽ پيدڙي ور تاءُ نه آهي.

هن جيلر جي ٻانهن کي ٻنهي هٿن کان جهلي چيو، "اهڙو ڏينهن اچي سگهي ٿو، جڏهن دنيا ۾ ڪٿي ٻه جيل نه هجي؟"

جيلر نرڙ ۾ گهنج ناهي ٻين قيدين ڏانهن نهاري سوچيو ۽ مشڪي چيو، "ٻنا قائدي کا سماج هلي نه سگهي ۽ ٻنا جيل قائدي کي ڪا اَهميت نه رهندي. پر جيڪڏهن هر شخص کي آرٿڪ سلامتي بخشي وڃي، کاڌي ۽ اَجهي جا مسئلا حل ڪيا وڃن، اِنسانيت- مائل تعليم ڏني وڃي ۽ قائدو، صحيح معنيٰ ۾ سچ جو ڳولهائو ٻنايو وڃي ته ممڪن آهي گهڻا جيل خانا گنجي ماڻهوءَ جي ٽپڻ جيان خالي رهڻ لڳن."

## ڀوسي

روز ڪم جا اَٺ آنا، اِن حساب سان موهن نوي روپيا ڪمايا هئا. ڪيس ڪاپاڻ جي ٽڪيٽ مفت ڏني

ويئي. جيلر اِسٽيشن تي پنھنجي جوان ڌيءَ سان گڏ موھن کي اُڪلائڻ آيو.

ٽانگي ۾ جيلر چيو، ”لتا بي. لٽريچر ۾ گريجوئيٽ آھي. مون ھن سان توھانجي ڳالھ ڪئي، آئي آھي.“

موھن نمستي ڪئي ۽ جيلر کي چيو، ”مسٽر ڪاڪرني، مون ٻڌو ھو تہ جيلر ڏاڍا سخت ٿيندا آھن؛ مگر اوھين تہ بلڪل نرم دل آھيو.“

جيلر ٽھڪ ڏيڻ لڳو.

لتا چيو، ”اوھان وطن ڇڏڻ کان اڳ لڙائي ڇو نہ ڪئي، مرڻ پسند ڇو نہ ڪيو؟“

”ڪنھن سان لڙون ھان؟ مڪاني مسلم ڀائرن سان؟- مگر انھن جو بہ تہ ڪو ڏوھ نہ ھو.“

”تہ ڪنھنجو ڏوھ ھو؟“

”اسان وٽ بہ مکيہ پارٽيون ھيون. ڪانگريس ۽ مسلم ليگ. ٻئي پارٽيون، سنڌ جو الڳ پلو سوچڻ بدران آل انڊيا سطح تي، مرڪزي ڪاميٽين ڏانھن نھاريندڙيون ھيون؛ اِن دماغي غلاميءَ سبب ڪنھن سنڌ جو پلو نہ سوچيو.“

”مگر جي نوجوان بغاوت ڪن ھا تہ؟“

”وڏھاڳو ھڪ راجنيتي پل آھي. مان سمجھان ٿو ھڪ پيڙھي اُن غلطيءَ کي سمجھڻ جي ڪوشش ڪندي ۽ ٻي اُنکي درست ڪندي.“

موھن ٽانگي ۾ اڳيان ويٺو ھو. رڪي رڪي ھن پنيان

نهاريو تي. چيائين، ”مان اوهان جو ڪير بہ نہ ٿيان، اوهان هيترو سنيهہ ڏيکاري رهيا آهيو، مان اُن جو بار ڪيئن چڪائيندس؟“

لتا مشڪي چيو، ”بس، هڪ ڪوتا ٻڌايو.“

گهوڙيءَ جي ڳچيءَ ۾ ننڍڙا گهنگهرو ٻڌل هئا. گهوڙن جا سنب اُن سان ميل کائي رهيا هئا. موهن ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ انگريزي، هندي ۽ فارسيءَ ٻوليءَ جا وزن لکيو هو.

جهن جهن جهن: هنديءَ جون ڇهہ ماترائون
ٽاپ ٽاپ ٽاپ: هنديءَ جون نوَ ماترائون
ٽاپ جهن جهن: هنديءَ جون ست ماترائون مگر
فارسيءَ ۾ اهو ٿيو: فاعلاتن.

ٽاپ جهن جهن = —•— _ = فاعلاتن
ٽاپ جهن جهن = —•— _ = فاعلاتن
ٽاپ جهن جهن = —•— _ = فاعلاتن

ٻڙي هڪ ۽ ليڪ ٻہ ماترائون.

۽ موهن چوڻ لڳو:

مونکي منهنجي ملڪ مان
اڄ آهہ نيڪالي ملي
ڇو جو منهنجي آتما کي
ڪوڙهہ جو ڪو روڳ ناهي

ڇو جو منهنجي ٻانهن ڪان
منهنجن ٽنگن
ساهه ڪان
آهه پيارو
لوهه جو ٽڪر
جنهنکي تو ري ڪٽ ڇڙهيل آ
جنهن ۾ ٿو رو زهر آهي
هي برابر زهر ٻگه آ
زهر ٻگه آ
زهر ٻگه آ
پيٽ ۽ پيٽ ۾
چيٽ ۽ چيٽ ۾
سر ۽ سر ۾
ٿو نگڙ ن
ڇيرن
ٻرن ۾
نانگه
نانگن جا آنڊا
ڪاهيو ن
قلعا
۽ چانوٽيون آهن
اَج حياتي زهر ٻڪ تي پنهنجو ست آهي وڏير

اَڄ وڇن جو فلسفو ئي
زندگيءَ جو فلسفو آ
موت تو اَڄ زندگيءَ جو حجم ڪري
اَڄ آ چانڊاڻيءَ تي زيارت
چڪ ۽ چنبي،
ڪپ ڇري جي
هيٺ پاڻي ۽ مٿي آڪاش آهي
وچ ۾ منهنجو لاش آهي، لاش آهي."

موهن جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. هن لتا جي چوڻ تي اُن ڪوتا جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو.

لتا پڇيو، "ڪڏهن لکي اوهان اِها ڪوتا؟"

"جهاز جي ڊيڪ تي، ورهاڱي وقت پنهنجو وطن ڇڏيندي."

سج لهندي، آسمان جي لالائي ڪاراڻ طرف مائل ٿيڻ لڳندي آهي، اُن وقت ڪاري فضا ۾ اِنسان جو من مايوس بڻجڻ لڳندو آهي؛ مَن جي اهڙي ڪيفيت ۾ گهنگهرن جي جهن جهن ۽ گهوڙي جي ٽاپ ٽاپ هلڪي پيروي راڳ ۾ بدلجڻ شروع ڪيو.

جيلر جي اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. هن چيو، "جلاوطني جو اِهو اَحساس، پٽ، توکي هتي جي ماڻهن ۾ اَجنبي بڻائي ڇڏيندو. بهتر آهي ته اوهين سنڌي، ڀارت ۾ پنهنجي زبان ۽ تمدن قائم رکو، جو اُن ۾ اوهانجي جداگانه هستي

۽ الڳ سڄاڻپ آهي؛ مگر منهنجي سمجهہ موجب، جاتيءَ
جي زنده رهڻ لاءِ، اُنجي لوڪن ۾ تهذيبي سڄاڳيءَ جي
ضرورت آهي. ٻہ ماڻهو ڪاٺ سان هڪ شخص جو پيٽ
ڀرجي سگهندو؛ مگر هڪ گيت نہ جاتيءَ جو خزانو آهي.
اوهين پنهنجي لياقتن ۽ گڻن رستي زنده رهو. ۽ ها، توهان
جيئن آهيو، نيڪ آهيو؛ مگر جوش، عقل جي هار آهي.
جوش منطق ۽ دليل رستي ظاهر ٿيڻ گهرجي. پر اها
ڳالهہ ڪڏهن نہ وسارج."

اِسٽيشن تي موهن جيلر سان ڪنڌ هيٺ ڪري موڪلايو.
۽ لتا ڏانهن منهن ڪري چيائين، "پيڻ، محض ڪوتا تي
جيئڻ سان زندگيءَ ۾ سواءِ ڏک جي ڪجهہ نصيب نٿو
ٿئي. نيڪ آهي، آسمان ۾ تارا آهن، باغ ۾ گل، وڻن ۾
پکي ۽ هوا ۾ نشو آهي؛ مگر زندگي بلڪل بي رحم
آهي؛ اِنڪري توهان زندگيءَ کي ڪويتا جي ماپي سان
ڏسيو، اِنڪان بهتر آهي، توهان ڪويتا کي زندگيءَ جي
اُنهيءَ جي بنياد تي پرکيو."

جيلر چيو. "ٻهچ جي خبر ڏيڻ ضروري نہ آهي، مگر
پيڻ ڪي حاصل ڪري احوال ضرور ٿج."

گاڏي آئي، ٻيئي هليا.

ڪو هٿ ۽ رومال هوا ۾ نہ ڦهليا. ٻيئي ۽ ڏيءَ ماٺ
ڪري ويٺا رهيا.

جڏهن موهن ڪراچيءَ ۾ جهاز تي چڙهيو هو تہ بلڪل

اِن ريت، نياڻي ۽ طارق بندر تي ماٺ ڪيو ويٺا هئا.
نياڻي ڪوٽڙيءَ ۽ طارق حيدرآباد مان آيا هئا.

طارق شاگردن جي هاچل جو باني هو.

هن چيو، "موهن تون هڪ آزاد ملڪ ۾ پنهنجو وطن ۽ وساري نه ڇڏيندين!"

موهن چيو، "مان تاريخ مان موڪل تي ٿو وڃان، ڇٽيون ختم ٿيندي واپس ايندس."

"تنهنجون موڪلون هاڻ ختم ٿيون آهن. تون هن وقت تاريخ ۾ داخل ٿي رهيو آهين."

"يعني هي وڇوڙو دائمي آهي؟"

"جيڪڏهن هن بر صغير جا ماڻهو، هندو، مسلمان، سک، عيسائي ۽ پارسي وغيره ملي هڪ ٿي وڃن ته هندستان دنيا ۾ وڏو طاقتور ملڪ ٿي ويندو؛ جا ڳالهه وڏين طاقتن کي پسند نه آهي. آرٿڪ لوٽ مار ۽ ورهائي راج ڪرڻ انهن جو مقصد آهي؛ مگر اِها ڳالهه اسان جا ماڻهو نٿا سمجهن."

۽ موهن جهاز ۾ چڙهي ويو.

۽ جهاز جڏهن هلڻ لڳو تڏهن هن ائين محسوس ڪيو ته هو اندران ڄڻ ٻه اڌ ٿيندو ٿي ويو ۽ جهاز جي ڊيڪ تي هن جي من ۾ زهر ٻگ جي ڪوتا جا نقش اُجاڳر ٿيڻ لڳا.

نياڻي ڪنهن وڏيري جي رکيل پٺاڻ عورت هئي.

موهن جڏهن ٻه ڏاڏائي گهر ايندو ته نياڻيءَ جون لسيون پيئندو. موهن ڪيس خط لکيو ۽ هوءَ ڪراچي هلي آئي. بندر تي ماڻهن جو هڪ ٻيو سمنڊ ڇوليون ماري رهيو هو.

چند شخصن ڪاغذ تي دستخط ڪيا ۽ نپي لڳڻ سان ڪپن ۾ حرڪت، ٻاهين ۾ تيزي آئي. مگر جن دستخط ڪئي، اُنهن مان ڪو ٻه هڪ شخص جلاوطن نه ٿيو.

جناح جي ڳالهه ٻي آهي. جناح نه ڪڏهن قرآن پڙهيو ۽ نه ڪڏهن مسجد ۾ ويو. هو رمضان جي مهني ۾ کاڌو کائيندو هو. هن پاڪستان جو پايو وڌو. هو آسانيءَ سان بمبئيءَ جا وڻ ڇڏي سگهيو. ڪنهن اَهڙي پلي مانس کي فرقيپرست ٻڻايو؟-

واپاري انگريزن، واپاري هندن ۽ مسلمانن سان ٻت تي مذهبي سنستائن کي زور ونايو، تاريخ جو ڦهليل زهر سامهون رکيو ۽ غلامي ۽ زهر جي چونڊ ۾، جناح ۽ نهروءَ اڌو زهر پسند ڪيو.

مگر اُن زهر جو اَثر ڪروڙا اِنسانن تي ٿيو. غلط ثابت ڪئي ويئي نانڪ ۽ ڪبير جي سکيا. اَڪبر جي مضبوط هندستان جي تصور ۾ قبر ڦار ڪئي ويئي.

ڪنهن مسلمان بهادر منهنجي ڀيءُ جو خون ڪيو.
ڪنهن هندو بهادر ڪنهن مسلمان جو خون ڪيو.
راجنيتيءَ ۾ خون جي هولي ملهائي ويئي.
اِها هولي ڪٿي نه ملهائي ويئي آهي؟

ٻنهين ئي ڪنڌن مان رت وهي رهيو آهي.
ڪا سازش عالمگير سطح تي جاري آهي. ۽ اسين ڪجهه ڪري نٿا سگهون؛ اسين انفرادي طور بيوس....

آزاد ٿيڻ جو احساس رفتہ رفتہ، پنهنجي جڳهه ايندڙ انديشن کي ڏيڻ لڳو.

گنگا ۽ سنڌو ڪٿي هونديون؟

مان ڪيترو بدنصيب آهيان. مونکي ڪو وطن ڪونهي. مان نه پنهنجي پيءُ کي ڪلهو ڏيئي سگهيس ۽ نه ماءُ کي. منهنجون پيڙهيون لاپتا. تعليم اڌ ۾ ڇڏيل. نه مت، نه مائٽ، نه اجهو، نه ڪاڏو. منهنجي پوري ذلت ۽ ذوال هڪ لفظ ۾ بند آهي ته مان پناه- گير آهيان.

مئي مهني جي گرمي رات جو گهٽجڻ شروع ڪيو. هوُ دري وٽ ويٺو هو. گاڏي ڪوڪ هنئين.

هنکي ياد آيو: هوُ پنهنجي ڪٽنب سان لاهور مان موٽيو هو. شايد سکر اسٽيشن جي ٻاهر، چاڙهيءَ سبب گاڏيءَ جي رفتار گهٽجي ويئي ۽ گاڏي بيهي رهي ۽ انجڻ ڪوڪڻ لڳي.

دادا لاهور مان لغاڙن جو ٽوڪرو آندو هو. ڪيترو خوش هئس مان؟—

منهنجي زندگيءَ جون سموريون خوشيون، سنهيلا سان گڏ ڏٺل سپنا، ٽلن جي هيٺان اڇي، ڪچي، ڇپيائڻجي

ويا آهن. منهنجي مٿان بي پناهه آسمان آهي، مگر پيرن هيٺان ٻه فوٽ زمين ڪونهي.

## ڳولها

موهن ڪئمپ چوٽين ۾ لڳي دڪان تان هڪ تالو ورتو ۽ نيتاجي اسڪول پرسان نوين ٺهيل مگر خالي جڳهين مان هڪ کي اُهو لڳائي ڇڏيو.

ٻاهران ڪوئلي سان پنهنجو نالو لکيائين: شري موهن بي. اي. هن بي. اي لفظ ڊاهي ڇڏيو.

اُن بعد اَمرناٿ مندر کان پهرئين نمبر تائين هڪ هڪ بٺڪ ۾ پنهنجي پيرن کي ڳولهڻ شروع ڪيائين.

هن سوچيو: هو فري راشن نه وٺندو.

هن سوچيو. هو سنڌ ۾ ڇڏيل جڳهه جو ڪليم نه وجهندو. قرباني جو ڪو ڪليم نه ٿيندو آهي. مفت جو کاڌو، غلط سرڪاري نيتيءَ طرف بغاوت کي ڪمزور ڪندو. هن کليو. قرباني؟ — قرباني پنهنجي آزاد مرضيءَ سان ڪبي آهي. قرباني اسان مٿان مڙهي وئي آهي. حقيقت ۾ اسين غلط فيصلي جا شڪار آهيون.

چؤطرف سنڌي نہ آھن، تاريخ جا ڦاٽل پنا آھن؛
جيئن روڙي بابوءَ بنجارن لاءِ ڇڏيو آھي.

ٽڪجي، واپس وري ھــوُ نئين مڪان ۾ اَچيٿو.
ھڪ دڪان تان ھن ھڪ ٽڏو، چادر، ميڻ بتي ۽ ماچيس
ورتو آھي.

۽ ھوُ دروازا کولي روم ۾ سمھي ٿو پوي.

ٻھراڻ ريل جا ڌڪا- انجڻ جا آواز. ڄڻ آيا ٽرين ۾
ويٺو آھي ۽ پوءِ:

پرنس گارڊن جو پٺيون پاسو.

سشيلا بينچ تي پنھنجو ڪنڌ موھن جي ڪلھي تي
رکي ويٺي آھي ۽ موھن شيلاءَ جي ڪرتا ٻڌائي رھيو
آھــي.

بس ٿورو پريان ھنجو گھر آھي.
ٻي مھاڀاري لڙائي چالو آھي.
ھڪ سرڪاري پٽ اُتان لنگھيٿو ۽ چوي ٿو:
ٽڪ ٽون ٽا جليبي کاءُ
جرمن مٺو اَسانجو چا!....
موھن ڏانھن منھن ڪري:
يھان تو ڪائي چنا اور پاني
وھان ملي بسڪيٽ
ھو × اُ × اُ × اُ، ھو
وھان ملي بسڪيٽ

ڀرتي ھو جائو ملٽري ۾
ٽيري بال ڪڙي رنگروٽ!
موھن ۽ سشيلا ٻئي ڪلن ٿا.
"ڪير آھي" سشيلا پڇيو.
"ڪوئي ڀڳھاري شاعر. ھون ٻروچ آھي."
ٻروچ ھوا ۾ ٽپو ڏئي چيو:
يھان تو ڪيلي گلي اور ڊنڊا
وھان ملي بندوق
ھو X أ X أ X أ، ھو
وھان ملي بندوق
ڀرتي ھو جائو ملٽريءَ ۾
ٽيري بال ڪڙي رنگروٽ!

ٻئي اُٿي ھلڻ لڳا. رستي تي سڪل پن آھن. پن گل ٽٽي ويا آھن. اُھو رستو وڌڻ ڦھلڻ لڳيتو.

"ھا ھا ھا ھا.... ھي خوني چوڻتو: مان سپاھي آھيان. مان ھن جيل ۾ ڏھن سالن کان آھيان. اھڙو ڏکيو ۽ گندو ۽ غلط لفظ مون ھنتي ڀھريون دفعو ٻڌو آھي."

"مان خوني نہ آھيان. مان خوني نہ آھيان." موھن جي اک ڪلي ڀوي ٿي. ميڻ بتي اَجا ٻري رھي آھي. موھن انيبن محسوس ڪيو تہ جڻ اُھو ڏٺو ھو ۽ ميٿر گيتا جو اَرڙھون اَڌياءُ پڙھي رھيا ھئا.

ھو اُٿيو ۽ ٻاھر اچي ويٺو.

اونداهي رات ۾ هنڪي گنگا ۽ سندوءَ جو خيال ستائڻ لڳو. ڇڪيهه ڪري. گهر جو سامان گهر کان ٻاهر. مگر گهر گهر نہ رهيو. رات ڪاري آهي. سڀ نہ هجي تہ ڏينهن بہ ڪارو ٿئي. اِنسان قدرت جو پٽ آهي؛ اِنڪري شايد هنجي من ۾ ڪارائڻ آهي، ڪن گهڙين لاءِ محض ڪڏهن پره جو ڦٽڻ آهي.

مان بي، اي، آهيان. نوڪري ملي ويندي. مگر نوڪريءَ لاءِ ڪپڙا؟ بوٽ؟

صبح جو هن چادر پائي سنان ڪيو. سائيٻا ڪپڙا پاتا ۽ پينڙن کي ڳولهڻ نڪتو. ٿي سگهيتو: مان پينڙن کي ڳولهي نہ سگهان ۽ هو مونکي ڏسي بہ نہ سڃاڻن. تنهن ڪري بهتر آهي تہ مان ڏاڙهي ۽ وار لهرايان.

آرسي ۾ هن ڏٺو تہ هنجو منهن سخت ٿي ويو هو. جيڪڏهن ڪير ڪيس شينهن يا ٻگهڙ جي ڪل ڏيئي راڻي باغ جي پڃري ۾ بند ڪري تہ گهٽ ۾ گهٽ منهن جي وحشت مان هو ضرور جانور لڳندو. ائين هن گهڻا جانور فل سوٽ ۾ ڏٺا هئا.

هو ريلوي پوليس جي آفيس ۾ ويو.

اِنچارج کان پڇيائين، ”اوهين مون تي هڪ مهرباني ڪندا؟“

”ڪهڙي؟“

”گذريل ڇهن مهنن ۾ جيڪي بہ ماڻهو ٽرين هيٺان

آيا آهن؛ ڪلياڻ جي ارد گرد، يا جن ۾ ماڻهن ٽرلن آڳيان پاڻ اُڇلائي آپگهات ڪيو آهي؛ مان اُنهن جي فهرست ڏسڻ چاهيان ٿو."

"ڇو؟"

"ڇهن مهنن کان منهنجون ٻه ڀينرون گم آهن."

"۽ ڇهن مهنن بعد توکي اِهو خيال آيو آهي؟"

"مان ڇهه مهنا ٻاهر هئس."

"يعني گم هو نه، تون هئين؟"

"ها، ائين چوڻ بهتر آهي."

"نه پوءِ تون پاڻ کي ڳولهه؟"

"ڇا!؟"

"تون هڪ خسيس ماڻهو آهين. هڪ خسيس ماڻهوءَ کي خوش ڪرڻ لاءِ مان ڇو ايڏي تڪليف وٺان؟"

"توهانکي قوت - تصور آهي؟"

"مطلب؟"

"اوهين مونکي وڏو ماڻهو سمجهي ٻائڪي تصور جو دوکو ڏيو. ان مان اوهان کي خوشي ملندي ۽ منهنجو ڪم ٿي ويندو."

اِنچارج پنهنجي منهن کي گڏه جي شڪل جي پوري گنڀيرتا ۽ سادگي بخشيندي چيو،" اوهين ضرور سرڪاري جاسوس آهيو. وڃو هيءُ دفتر."

موهن ڏڙڪندڙ دل سان لسٽ ڏٺي. هر نالي جـــي

هيٺان ٻيو نالو ڏڏڪي جو ابتداءَ ڪٽي تـــي آهيو. اسٽ
ڏسندي هن محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن ڪٽي بہ هـــو
گنگا ۽ سندوءَ جو نالو ڏسندو تـــہ ٻاڻ ٻهرڻ ٽرڻ هيٺان
آپگهات ڪندو.

هيءَ زندگي جيئڻ جي قابل نہ آهي. هيءَ زندگي
آهستگي وارو زهـــر آهي. پل پل ڏرشي، وٽاءَ، ٽناءُ ۽
ڏڏڪا. خنجر تي وهندس هڪ جهٽڪي سان.

پر ٿي سگهي ٿو تہ آپگهات ڪرڻ جي نوبت نہ اچي.
نالا ڏسي ڪرسيءَ تان ڪري پوان ۽ پيو رهـان. ائين
لڳندو، تاريخ جي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪو ڪٿو مٿو.

ه + ا + ا + ا = آ. ڇوٽڪاري جو احساس.
نالا ڪونهن. پر ڪن سٽن جي نالن وارين وچوٽين خالي
ڇڏيون ويون آهن. ڇا مري ويون، بنا نالي؟–

هن آفيسر کي سلام ڪيو ۽ ٻاهر آيو. ۽ هلڻ لڳو.
سڀ رستا ڪيڏانهن نہ ڪيڏانهن وڃن ٿا. هڪ ماڻهو
سيني رستن تان هڪ وقت هلي نٿو سگهي. ڪٿي
هونديون: گنگا ۽ سندو؟–

بہ راتيون ٻيون گذريون.

هنکي هڪ خيال آيو ۽ نڪري پيو ٻاهر. هن ڊڪ
پائي. هو سهڪڻ لڳو. هن وڌيڪ ڊڪڻ شروع ڪيو.
هو وڌيڪ سهڪڻ لڳو.

اَمرناٿ مندر وٽ پهچي هن ڇاتيءَ تي هٿ رکي

سهڪو ڏيکارڻ لاءِ وڏا ساهه کڻڻ شروع ڪيا.

"مان بيوقوف آهيان. هر مندر رات جو بند ٿيندو آهي. تڏهن شايد صبح جو ڀڳوان کي جاڳائڻ لاءِ ڀڄار ٿنا ٿيندي آهي. هو اُتي آهون به هجن، مگر ڪير پناهه ڏيندو؟"

اُن هوندي به هو مندر ۾ گهڙيو. هيٺ لٿو. مٿي آيو ۽ مايوس ٿي واپس وريو.

ڪٿي ڪجهه ملڻو نه آهي. صرف هڪ ارٿ. هيڻ دڪ آهي. هر طرف اُميد جي رڄ آهي.

هاڻ جي رفتار گهٽيل. دل جهان. اکيون ٿاڪل. ڏند شيڪيل.

رستي جا سخت پٿر، جڻ ڪي پناهه گير آهن. تاريخ جي راهه ۾ دٻيل.

هن قلف ڪولي ٻاڻ کي تڏهن تي سٽيو ته آواز آيو:

"پائو!"

هن چيتي جيان پاسو ورائي دروازي ڏانهن نهاريو.

گنگا ۽ سندو اَچيان وڌي آيون. موهن گوڏن ڀر اُٿيو ۽ هو هنن جي ڦهليل ٻانهن ۾ سمائجي ويو. ڪافي وقت بعد موهن ڏٺو ته هو ٻيئي هڪ ٻئي سان لپٽي روئي رهيا هئا. موت ۽ جيل جي سزا بعد گڏ ٿيل درد ڦاٽي ٻاهر نڪتو.

موهن کي ياد آيو:

هن جڏهن وطن ڇڏيو، تڏهن به هن نه رنو هو.
جڏهن لاهور ۾ دادا مارجي ويو، تڏهن به نه رنو هو.
حادثي ۾ ماءُ مري ويئي تڏهن به نه رنو هو.
"اوهين ڪٿان آيون؟" هن ڳوڙها اگهندي پڇيو.
"اسان توکي پرڀان ڏٺو." سندوءَ چيو.
"ڪٿي؟"
"مندر پرسان."
"رهو ڪٿي؟"
"اُتيئي. مندر ۾ ٻهاري پايون ۽ رات پوڄاريءَ جي گهر رهون. اسان جو سامان اُتي آهي."
"ڪهڙو سامان؟"
"اسانجو سامان ڀاڄي وارن واپس ڪيو. پائو، تون جيل مان ڀڄي آيو آهين؟" سندو پڇيو.
"نه. اُهي ڳالهيون پوءِ. هل پهرين سامان کڻي اچون،" هارڻ گنگا ڳالهايو، "نه پائو، شام جو."
"گنگا تون ٿوري ڳرتي ويئي آهين."
"پر جيئري ته آهيان نه."
"توهين جيڪڏهن جيئريون نه هجو ها ته مان به نه جيان ها."
"ائين نه چئه پائو. پوڄاري چوندو آهي: همت نه هارجي. زندگي زنده دلي ڪا نام هئه."
۽ موهن پيرڻ جي چمڪندڙ اکين کي ڏسي فيصلو ڪيو

ته ڄاڻ هو اَندران ٻه نه مرندو. هو زندگيءَ سان لڙندو.
زندگيءَ کان اُهو سڀ لڙي حاصل ڪندو، زندگي، جا
ڏيڻ کان منڪر آهي.

## وجود تي حملو

ٿوريون جتيون گسائڻ سان موهن کي ٽئين نمبر ۾
ماستري ملي وئي ۽ ٿورن ڏينهن ۾ هو وائيس پرنسيپال
تي ويو، جا ڳالهه هن ڪلارڪني کي لکي موڪلي.
ٻنهي پينرن کي پاسي واري اِسڪول ۾ داخلا وٺي ڏنائين.

وڃڻ جو رستو.

نيتاجي کان مرانا سيڪشن. ٻوءِ ڪڏون ڪوٻا ۽ لاهي.
ٻوءِ مٿان ريل جو رستو ۽ هيٺان سيمينٽ جو گولائي
ڏانهن مائل اٽڪل ڇهه فوٽ رستو. پل پٺيان جابلو نديءَ
جي هڪ ڌارا. برسات ۾ پاڻي اُن سيمينٽ جي رستي
کان اٽڪل ٻه فوٽ مٿي چڙهي وڃي.

ماڻهو، پتلون، ڌوتي، ساڙهي گوڏن تائين مٿي ڪري
اِهو رستو اورانگهين، رفت رفت، پير پير ۾ پاڻي، اورانگهڻ
۾ اَڌ ڪلاڪ لڳيو وڃي، حالانڪ رستو اٽڪل ٻه سؤ
فوٽ آهي.

ڀرين هڪ قدم اَڳيان وڌائي اُنکي مضبوط کپائڻ ۽ پوءِ ٻيو قدم کڻڻ. جي سامهون ٻيو ماڻهو هجي ته حوصلا خطا. نوجوان ڇوڪرو ۽ ڇوڪري هجن ته اُن جڳهه تي کين ليلا مجنو يا بلوا منگل جا داستان ياد نه پون. يا تي سگهيتو، عين موقعي تي پير کسڪڻ ۽ مدد ملڻ سان اٿي اَمر پريم جا ناتا جڙيا به هجن.

برسات ۾ پاڻيءَ جي رواني اهڙي تيز ٿيو لڳي ته مارڪنڊيه جي ڏنل پرلئه، پنهنجي ڦهلاءُ کي محدود ڪري پنهنجي پوري شوخي ۽ وحشيت سان اُٿي سميٽجي پنهنجو ڪ مخصوص ڏهڪاءُ پيدا ڪيو آهي. گهڻا ماڻهو، ٻور ڍڳا اُنجي وهڪ ۾ لڙهي ويا آهن.

البت تيمس نديءَ جي هڪ لهر کي ٻئي سان ٽڪرجندو، تيز ڪائي، شرمائيندو ڏٺو هو؛ مگر هتي هر لهر، چيتي جيان ڇلانگ ماري، ڏند شيڪيندي اچي. ڏندن جو شيڪڻ دلگير سنڌوءَ ۾ به ڏٺو آهي.

موهن سوچيو: بدري ناٿ جي ياترا ڪرڻ ۾ تڪليف درپيش اچي ته اِها ڳالهه سمجهي سگهجي ٿي. ڪوهه ڪرڻ وڃي ۽ زحمتون سهي ته اِها ڳالهه به سمجهي سگهجي ٿي. مائونٽ ايورسٽ تي پهچڻ جون پنهنجون لعنتون آهن. مگر اُهي سڀ تڪليفون، زحمتون، لعنتون، سنڌين اڳيان ڪڙيون ڪيون ويون آهن. ٻاهران صرف شاباسيءَ جا سرٽيفڪيٽ ڏنا وڃن ٿا. ٻن سالن ۾ ڪنهنکي

خيال نه آيو آهي ته هتي هڪ پُل ٺهرائي وڃي. ڪنهن
جاتيءَ کي ڇا اِن ريت ماريو آهي. هڪ خسيس رستو
اوراڻگهڻ لاءِ جان جي بازي؟

مگر مورکن اِهو نه سوچيو ته پنهنجي وجود جي بچاءُ
لاءِ جن سنڌين سڪندر، محمد بن قاسم ۽ هزارين حملاورن
سان مقابلو ڪيو آهي، اُنڪي اِن قسم جي فوجي زندگي
وڌيڪ طاقتور ڪندي.

سنڌي محنتڪش ۽ ٿوري فائدي، گهڻي برڪت جا
حامي آهن؛ اِنڪري سنڌو نگر جي هڪ هڪ گهٽيءَ ۾
گهٽ ۾ گهٽ هڪ ننڍي هنر جو ڪارخانو ضرور هوندو.

سنڌين تاريخ ۾ تلوار ڪنئي. ٻين ملڪن جي ماڻهن
فوجون ناهي هن آباد ماڙيءَ تي حملا ڪيا لڳاتار ۽
هزارن حملن سهڻ بعد هنن ماڻهن محسوس ڪيو ته تلوار
سان جيئڻ مشڪل آهي، اِنڪري هنن پنهنجي وجود جي
بچاءُ لاءِ تلوار ڦٽي ڪري، تارازي ڪنئي. هو حملاور
جي طاقت جي تنبوءَ ۾ آرٽڪ ماهر ٿي اندر گهڙيا، جنهن
مان حملاور پنهنجي مادي فائدي سبب خوش ٿيو ۽
ڪيس اهڙي خوشي بخشي سنڌين پنهنجو وجود قائم رکيو.

انگريزي راڄ ۾، ڪراچي هندستان جو پهريون
شاهي قدرتي بندر هو، جو اِنگلنڊ جي قريب هو، جنهن
ڪري انگريزن پنهنجو گهڻو واپار ڪراچيءَ رستي هلايو
۽ جيئن ته انگريز دنيا ۾ پهرئين درجي جا واپاري ماڻهو

هئا، انڪري اُنهن سان سڌو ڪم ڪندي، سنڌين اِن
ڏس ۾ اَڃا به ترقي ڪئي ۽ اِهوئي سبب آهي، جو
ٿوري وقت ۾، سنڌي هندستان ۾ نهايت تڪڙو ورسجي
رهيا آهن.

مگر اُهــا تارازي صرف هنن هٿ ۾ ڪنئي آهي ۽
سنڌي تلوار هر سنڌي سيني ۾ زنده آهي، جا هــر اُن
منصوبي کي ڪٽي به اَڌ ڪندي، جو سنڌين جي وجود
مٿان حملو هوندو.

ڀهرين هنن ڪان زمين کسي وٺي آهي. هو آرٽڪ طور
پنهنجو قاعو مضبوط ڪري اُٿندا ۽ سنڌ جي مسلمان ڀائرن
سان گڏ اُن زمين جي ماڻهن جي حقن لاءِ لڙنـدا، جنهن
زمين جو نالو سنڌ آهي.

تاريخ، سنڌين کي نه رڳو الڳ ڪلچر ۽ زبان بخشي
آهي؛ مگر اُهو مهانڊو ڏنــو آهي، جو اُن زمين جــي
نمائندگي ڪريٿو، جنهنجو نالو سنڌ آهي.

۽ هاڻ اُن سنڌيءَ مٿان وقت جا رولر هلايا وڃن ٿا.

ذرا مڪاني بس کي ڏسو.

هڪ بس لاءِ سؤ ماڻهو. چڙهي نه سگهندا، اُلجهندا،
بس هلڻ لڳندي ۽ ڪي ڪرندا.

لوڪل ٽرين ۾ ساڳي ڳالهه.

رستن کي ڏسو، به قدم ڪٽڻ سان ڪري پوندا. مٿان
پوليس جون زيادتيون.

سنڌو نگر هڪ مثال آهي، جتي سنڌين مٿان طرح
طرح جون عقوبتون ڪيون ويون ٿيون. مگر شڪست جو
احساس چڻ هنن جي رت ۾ نه آهي.

هڪ جهنگلي سوئر، رات جو هڪ سنڌي ٻار جي
پيٽ ۾ چڪ هڻي، اُن کي کڻي ويندو، هن ماڳ ۾
ڪو ماڻهو ڪونهي جو اُن لاءِ اک جو هڪ ڳوڙهو وهائي.

اِن طرح ڪو سنڌي بس مان، ٽرين مٿان ڪرندو،
سرڪاري دفتر ۾ مار کائيندو، ڪير، ان لاءِ سوچڻ لاءِ
تيار نه ٿيندو.

ڪير سوچڻ لاءِ تيار نه ٿيندو ته اِهو هنن کي وڌيڪ
سجاڳ ڪندو. سنڌي ٻار اُهو سوچڻ لڳندا ته سندن زمين
جي هڪ ٽڪر، جنهن جو نالو مُئن جو دڙو آهي ۽ جنهن
۾ انساني تاريخ جي ابتدا جا گهٽا راز آيا به اَرٽ ٻائڻ
کان محروم آهن، اُنجي ماڻهن کي ڪهڙي بي رحميءَ سان
ڪٽيو ويو ٿو.

جن جي زمين سنڌ مان، هن ديش مٿان هند جو نالو
پيو؛ اُن هند ۾ سنڌين جي هستيءَ کي مٽائڻ جي ڪوشش
ڪئي وئي ٿي.

مگر مارڻ سان جو نٿو مري، اُهو سنڌي آهي.

هتي جي ماڻهن ڪلياڻ ڪئمپ جي مٿان سنڌونگر نالو
رکيو. مگر هندستان جي پهرين گورنر جنرل راجگوپال آچاريه
چيو: پراڻي ياد درد پيدا ڪندي. هن نگر جو نالو آهي

اُلهاس نگر- هزارن مائهن مظاهرا ڪيا. اُنهن مٿان لٺيون هليون. راشن جي قطار ۾، ٻڍين سنڌي عورتن، ڏهر سبب شور ڪيو ۽ پوليس گوليبازي ڪئي.

اوهين سنڌين کي ماري نه سگهندا. سنڌ، سنڌين جي سيني ۾ آهي ۽ اُن سيني جي اندر جا گولي وڃندي ته اُن مان وهندڙ رت مان زمين تي سنڌ جو نقشو ٺهندو.

مڪالي هند جي ڪلچر تي حملو ڪرڻ لاءِ اسان مٿان انگريزي مڙهي. سنڌين جو ڪلچر ختم ٿئي ان لاءِ اَسان مٿان، نيڪ اِن رهت هندي مڙهي ٿي وڃي.

حملو جيترو زوردار ۽ قاتل هوندو، سنڌين جو مقابلو اوترو، جيئدار ۽ عالي هوندو.

جيلر نيڪ چيو هو: بهتر آهي ته اوهين سنڌي ڀارت ۾ پنهنجي زبان ۽ تمدن قائم رکو، جو اُن ۾ اوهان جي جداگانه هستي ۽ الڳ سڃاڻپ آهي ....

اوڀر ۾ اَمبرناٿ جو مندر، اولهه ۾ ڪلياڻ جو شهر، جتي شواجيءَ اورنگزيب جي هڪ دستي تي حملو ڪري شاهي ڦر ڪئي ۽ آخر ۾ اُهو شهر به فتح ڪيو. ڏکڻ ۾ حاجي ملنگ جبل، جنهنکي هند جي زنده پير جو درجو عطا آهي- هندو ۽ مسلم ٻئي ڪين پوڄين. اُتر ۾ شاهي ڪارخانا.

وچ ۾ ڏيري جسم تي خراب رت سبب ڦرڙن جيان اَپريل هٽ ۽ دڪان. بدن تي ڄڱر جيان چنبڙيل رستا. ۽

ڇت پڳل ٻرڪون.

جڻ مئن جي دڙي جي وارثن کي ختم ڪرڻ لاءِ چاليهه چورس ميل ميدان ڏنو ويو آهي ته اوهين ان ۾ زمين دوز ٿي پنهنجي وجود کي غزل جي بندش بخشيو.

مگر اِتان سنڌين جو روح اُٿندو. جنهن ڪاڇر مارئيءَ کي جنم ڏنو آهي، اهو اُنجي هڪ هڪ فرد کي پنهنجي وطن سان ڳنڍيندو. تاريخ جو عمر، وقت جي مار کائي جهڪي ويندو.

موهن سوچيو: مان هڪ رواجي شخص آهيان. منهنجي عمر جي تقاضا آهي ته مان ڪنهن خوبصورت ڇوڪريءَ تي سوچيان، ۽ ڪجهه عرصو، هنجي زلفن جي سعائي ۾ گذاري، هنکي پنهنجو رفيق حيات بڻايان؛ مگر بجاءِ ان جي، مان پنهنجي وطن ۽ جاتيءَ تي سوچيان ٿو، اها سڄاڳي، وڏي ٻاهه جو روپ ٺيندي ۽ اُها ٻاهه، مذهب جي بڻايل ڪاڪ محل کي جلائي رک ڪندي.

## مفڪر منڊل ۽ عظم

اَخبارن ۾ خبر ڇپي ته ٽئين نمبر ۾ سنڌي ليکڪن جو ميڙ آهي. موهن اُن ميڙ ۾ ويو.

اَڪثر سڀ نوجوان.

اُتي عالمگير اَمن لاءِ صحيون ڪٺيون ڪيون ويون ته جيئن ٽئين مهاڀاري جنگ کي روڪڻ لاءِ دنيا ۾ عوام راءِ ڪٺو ڪيو وڃي.

جڏهن موهن وٽ پنهنجو قلم آيو ته هن پڇيو، ”هن لهرڪ جو باني ڪير آهي؟“

”سوويت روس.“ ڪنهن نوجوان شاعر جواب ڏنو.

”هن پڌرائيءَ ۾ آمريڪا کي صحيح طرح لوهو ويو آهي ته اُن هيروشما ۽ ناگاساڪيءَ مٿان اَئٽمي حملو ڪري پنهنجي وحشانيت جو ثبوت ڏنو آهي. ليڪن اِن جو ڪهڙو ثبوت آهي ته اهڙو ٻر روس نه ناهي رهيو آهي؟“

”روس؟- روس ناهيندو ته آمريڪا جي هڪ هٿي ٽٽندي.“

”مگر، ائين چو آهي ته جنهن ڏينهن آمريڪا جپان مٿان اَئٽم بم ڪيرايو، اُنجي ٽئين ڏينهن روس جپان خلاف جنگ ڊڪليئر ڪئي؟“

”اُها جنگ فاسسٽ نظام خلاف هئي ۽ نه جنتا خلاف.“

”مگر جنگ ۾ مرندو ڪير آهي؟“

”مرندا ماڻهو آهن، مگر صلح قائم ڪرڻ لاءِ، فاسسٽ نظام کي ڪيرائڻ لاءِ، ائين ڪرڻو پوندو آهي. ڪرشن خود اَرجن کي ڪنهن اهڙي جنگ لاءِ گيان ڏنو هو.“

”ته پوءِ اَمن لاءِ صحيون چاجون؟“

”دنيا جي لوڪن کي سڄاڳ ڪرڻو آهي؛ جيئن ڪنهن انساني درندي کي ٽين مهاڀاري جنگ ڇيڙڻ جي جرئت نه ٿئي.“

موهن کي ياد آيو ته سنڌ ڇڏيندي هن کي اهو ويچار آيو هو ته دنيا جي مڙني نفاقن ۽ وڙهاڳن ۽ جنگ جو ڪارڻ ڪا عالمگير سازش هئي.

ظلم ۽ ستم کي ختم ڪرڻ جا چار طريقا آهن:

عالمگير سطح تي امن لاءِ ڪوششون.

قومي سطح تي جمهوري سماجواد.

فرقي جي سطح تي سيڪيولرزم.

۽ جاتيءَ جي سطح تي ڪلچرل سڃاڻپ، جداگانه هستي ۽ الڳ سڃاڻپ لاءِ سنڌي ٻولي تحريڪ.

موهن ڌاريو ته هو محض ان شرط تي صحي ڏيندو ته سنڌيءَ جا فنڪار ۽ مفڪر، ان چئن قسمن جو تحريڪ هلائيندا. هڪ بزرگ هن جي ان ڳالهه جي تائيد ڪئي ۽ چانهه جي پيالن تي سوچ ويچار ڪيو ويو ته ڪهڙي طرح سنڌين ۾ اهڙا چار طرفي سڄاڳي پيدا ڪرڻ گهرجي.

موهن سوچيو: ڪا چڻنگ لڳل آهي. ڪير ماري سگهندو اُن جاتيءَ کي جنهن جا فنڪار ۽ مفڪر زنده آهن ۽ هي نه رڳو وقت جو آواز ٻڌي ڄاڻن مگر اُنجي راهه پڻ جوڙي ٿا ڄاڻن. هن ڄاتو ٿي ته مالرو، ڪاڊويل ۽ فاڪس جنگ خلاف لڙيا هئا.

اَسان کي هٽلرجيان سنڌي جاتيءَ کي عظيم ترين سمجهڻ نه گهرجي. اُهو عالمگير تمدن جي باغ جو هڪ ٻهڪندڙ گل آهي. اُن ٻوٽي جي حفاظت ٿيڻ گهرجي.

۽ جنهن جاتيءَ جا جوان سنڌ ناليءَ لي لنبون کائي سگهن ٿا ۽ عورتون بندوقن سامهون سينو ساهي سگهن ٿيون، اُها جاتي آخر ختم ٿي به ڪيئن سگهندي؟

اُن ماڻهوءَ جي منهن تي ٿڪڙ هڻڻ گهرجي جو اسان کي جذب ٿيڻ جي صلاح ڏئي.

اُن ماڻهوءَ جو ڪنڌ ڀڃڻ گهرجي جو سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪرڻ جا منصوبا ناهي.

۽ جو چئي سنڌ کي وساري ڇڏيو، اُن کي پاڙن سان ڪٽڻ گهرجي.

هي سڀ ماڻهو هندي سامراجواد جي اُپرندڙ سج کي سلام ڪرڻ لاءِ، هڪ ٻئي کان گوءِ کڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳن ٿا. اُن خلاف پئدا ٿيل هڪ لفظ نفرت مان، هر پاشا، تهذيب ۽ تمدن لاءِ، منهنجي من ۾ پيار جو سمنڊ ڇوليون مارڻ لڳيٿو.

اُن ميڙ ۾ هڪ ٻيو نوجوان چوي ٿو،” اَسانکي نئين ميمبر موهن جي چار طرفي تحرڪ جي تصور لاءِ عزت آهي. مگر اَسان کي پنهنجو تحرڪ، سنڌ ۾ پئدا ٿيندڙ تحرڪ سان پئرلل هلائڻو آهي. سنڌ جي واپار ۽ زمين تي اُتر پرديش ۽ بهار جي مهاجرن قبضو ڪرڻ شروع ڪيو

آهي. سنڌي ٻولي اسڪولن مان ڪڍي وئي آهي،
رستن تي، دڪانن ٻاهران ۽ اسٽيشنن تان، سنڌي بورڊ ۽
تالا لاٿا ۽ ڊاٺا ويا آهن. هتي هندستان ۾ اسانجي نام نهاد
سرڪار سنڌي ٻوليءَ کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو
آهي. مگر حڪمران ڌر جا اڳوان هڪ ڳالهه نٿا سمجهن ته
جهڙي طرح ملڪ جو ڪو وڌان ڪنهن ٻوليءَ کي جنم
ڏئي نٿو سگهي، ٺيڪ ان طرح ڪو وڌان ڪنهن جيئدار
ٻولي کي ختم ڪري نٿو سگهي؛ تنهنڪري اها اسان ۽
اسانجي لوڪن جي جوابداري آهي ته اسين سنڌي ٻولي
کي زنده رکڻ لاءِ، ان کي اوج ڏيڻ لاءِ، هر سنڌي،
شهر بستي ۽ ڪئمپ ۾ سنڌي اسڪول کوليون. سنڌي
لوڪ گيتن، ناچن، پڳتن کي زور وٺايون.»

موهن اُتساهه سان واپس وريو. هن سوچيو ته زندگيءَ
سان صرف لڙڻو نه آهي، مگر ان کي ناهڻو آهي، جوڙڻو
آهي، سهڻو بنائڻو آهي.

موهن سوچيو ته زندگيءَ کي جيڪڏهن ڪو مقصد
عطا ڪجي ۽ اُنکي بر ثواب ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪجي؛
ته ان جدوجهد مان جيئڻ جو اُتساهه ملي سگهيٿو.

۽ هو مفڪر منڊل ۾ سرگرم ٿي ويو.

ڪڏهن اُچانڪ مايوس ٿي ويندو: اسان وٽ ڇا آهي:
صرف بحث ۽ سپنا. اندران من خالي ٿيندو ٿو وڃي. مگر
ڇا ڪوئي اقبال جيان، اقبال جي خواب جي برعڪس،

ڪنهن سپني کي ساکيات بڻائي نٿو سگهي ؟-

۽ هڪ ڏينهن شاعرا سنما هن جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، ”تنهنجي نگاهن جو خاموشيءَ ۾ نڪي بار بار مجبور ڪندو ئي رهيو آهي ته مان تنهنجي اکين ۾ هڪ سپنو بڻجي اچان.“

۽ موهن اُن هٿ متان هٿ رکي هڪ لنبو ساهه کنيو، جيتوٽيڪ اُن وقت هن جي مـــن ۾ هڪ سوال اُٿيـو: ڪٿي هوائي سنيلا ؟

## جلاوطني

موسمون بدلجنديون رهيون. موهن جي زندگي، گهر، اسڪول، تحريڪ ۽ اپپاس ۾ گذرڻ لڳي. هو تحريڪ ۾ شاعر ۽ مفڪر جي حيثيت ۾ ڀرو ونڙ لڳو. ڪيس ڏيڍ جائي، جنهنجو نالو هن گيتا رکيو. جڏهن هندستان جـــو وڏان نهيو ۽ هندستان جي پارليامينٽ ۾، اُن وڏان جي آئين شيڊول ۾ وڏين بولين کي درج ڪيو تڏهن سنڌين جي ناقبيل عيوضيءَ جنهن سنڌي ٻوليءَ لاءِ هندي لپيءَ جي پنڀرائي ڪئي هئي، اُن پارليامينٽ ۾ سنڌي ٻوليءَ

جي تسليميءَ جو سوال اُٿارڻ بدران پاسي واري لونج ۾
ڪافي پيئڻ بهتر سمجهي. تڏهن عوام سنڌين ۾ ناراضپي
جي لهر اُٿي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تسليمي لاءِ هڪ عوامي
هلچل وجود ۾ آئي. سنڌي فنڪارن، مفڪرن هندستان
جي جدا جدا سنڌي بستين ۽ ڇانوڻين ۾ اَدبي ڪلاس ۽
ٻيون تهذيبي سنستائون برپا ڪيون. آخر تحريڪ هٺي
هنڌ ڪيو ۽ سنڌي ٻولي وڌان ۾ آئي، جيتوڻيڪ
ديوناگري تحريڪ سبب اِها لپي هندستان جي ڪن
حصن ۾ سنڌي ٻارن مٿان مڙهي وئي ۽ جيئن ته اُها
سنڌي زبان جي فطرت سان ٺهڪندڙ نه هئي ۽ اُن ۾
سنڌي اُچارن لاءِ گهربل اکر نه هئا ۽ نه اُها فرقيپرستن
اِسٽئنبردائيزڊ ڪرڻ جي ضرورت محسوس ڪئي، جتي جتي
اُها لپي آئي، اُتي سنڌي اِسڪول بند ٿيڻ لڳا؛ نتيجي
۾ سنڌين جو هڪ حلقو هنديءَ ڏانهن هليو ويو. ساڳئي
وقت شهرن ۾ ٻين جاتين جيان سنڌين جا ٻار انگريزي
ٻوليءَ کي تعليم جو ذريعو قبول ڪري ڪانوينٽ ۾
موڪليا ويا.

سنڌين خلاف جتي ڪٿي سخت پيڌي ورتاءُ
ڪيو ويو، باوجود اِنجي ته سنڌين هندستان ۾ گهڻا ڪاليج
دفتر، فئڪٽريون ڪارخانا وغيره کوليا، ۽ هزارين جايون
جوڙيون، جنهجو وڌيڪ فائدو سنڌين کان وڌيڪ مڪاني
ماڻهن کي مليو. هڪ اِها به تقاضا ٿي ته قومي گيت مان

سنڌ لفظ ڪڍي اُڇلا وڃڻ وڃي؛ مگر مهاڪوي ٽئگور جي گيت جن گن من سان ڇيڙ ڇاڙ ڪرڻ جي ڪنهن کي همت نه ٿي.

اِنفرادي طور موهن پنهنجي ڀينرن جي شادي ڪرائي ۽ سشما ۽ گيتا سان تحريڪ ۾ ڀرو وٺندو رهيو. سنڌ ڇڏي طارق هندستان آيو ۽ سنڌين جي حالتن تي ڳوڙها ڳاڙي واپس وريو.

سنڌي آرٽ طور ٿانئيڪا ٿيا، جيئن ٽيڪ بنا زمين ٽڪر جي پاڻ کي هر هنڌ اُکڙيل سمجهڻ لڳا. اِن طرح سنڌي هندن جو ڪافلو آرٿڪ ترقيءَ جي منزل ڏانهن ته ٽڪڙو وڌيو مگر اُنهي هر فرد ۾ اندران جلاوطنيءَ جو اَحساس سلهه جهڙي مرض جيان ڳاڙڻ لڳو. ساڳي طرح سنڌونگر هڪ فوجي ڇانوڻيءَ مان قري شهر ٿي پيو ۽ پنجويهن سالن جي جدوجهد ۾ اِن درجي تي پهتو، جو وڏن ڪارخانن ۽ فيڪٽرين بدولت سال ۾ اٽڪل ٽن ڪروڙ رپين جو مال ٻاهر موڪلڻ لڳو.

اِن دوران ۾ هندستان ۾ پردان منتري وڃايا، ٽي ڏڪار ۽ ٽي جنگيون ڏٺيون. ١٩٦٢ ۾ هند مٿان چين جي حملي هندستان جي سماجوادي تحريڪ کي زوردار ڌڪ هنيو. ١٩٦٥ ۾ هند پاڪ جي پهرين جنگ ۽ ١٩٧١ ۾ ٻي جنگ لڳي. ٻي جنگ جو سبب اوڀر پاڪستان جي عوام جي بغاوت هئي، جنهن تي اِسلامي فوجن جي عقوبتن،

اُتي جي عوامي اڳوان شيخ مجيب رحمان کي هڪ آزاد بنگلا ديش جو اعلان ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. خود گرفتار ٿي ويو. اٽڪل ٽيهه لک ماڻهن جو قتل- عام ٿيو، دب وچان اوڀر پاڪستان مان اٽڪل هڪ ڪروڙ بنگالي پناهگير ٿي جي هندستان ۾ آيا ۽ بنگلا ديش ۽ شيخ مجيب جي آزاد ٿيڻ سان اُهي واپس وريا.

اِن جنگ بعد، هن بر صغير جي عوام کي اُميد جي روشني ملي ته ايندڙ ٻن ڏهاڪن اندر هن نقلي ورهاڱي جو خاتمو ٿي سگهندو. هند - روس صلح جي عهد نامي چين کي اِن جنگ ۾ دخل اندازي ڪرڻ کان روڪي ورتو ۽ ساڳئي وقت روس کي پارت پنيان ڏسي آمريڪا هندستان کي ويتنام بڻائي نه سگهي.

سنڌ ۾ خود سنڌي فنڪارن ۽ مفڪرن سنڌين کي غير سنڌين جي آرٿڪ لوٽ مار کان بچائڻ لاءِ جيئي سنڌ جو تحريڪ هلايو، جنهن جي ٿورڙي ڪاميابي ون يونٽ جو ٽٽڻ آهي ۽ سنڌي ٻولي اِسڪولن، ڪاليجن، اِسٽيشنن، رستن ۽ ڪورٽ وغيره ۾ باعزت موٽي آئي.

هند ۽ سنڌ جي عوامي تحريڪن اِهو ثابت ڪيو ته سنڌي پنهنجي اندروني ٻل سبب زنده هئا. ممڪن هو، اِهي ٻئي تحريڪون، مذڪور بر صغير ۾ اُن وڏي تحريڪ جو حصو ٿين، جنهن موجب، ورهاڱي جي ديوار ڊهي اچي پٽ تي ڪري. سنڌي هئڻ جي پرک اِها

رکي وئي آهي ته جو سنڌ جي سرزمين سان وفادار
آهي، جو سنڌين جي تهذيب ۽ تمدن جو حمايتي ۽ اُن لاءِ
جدوجهد ڪندڙ آهي، اُهو سنڌي آهي. اِن تصور ۾
مذهب کي هڪ خانگي عقيدو قبول ڪيو ويو آهي؛
اِنڪري خود سنڌي مسلمانن، محمد بن قاسم جنهن ٧١١ع
۾ سنڌ فتح ڪئي، سورمو قبول نه ڪيو، مگر راجا ڏاهر کي
ڪيو، جو جيتوڻيڪ هندو هو، مگر اُهو سنڌ جي سرزمين
جي بچاءَ ۽ آزادي لاءِ لڙيو هو.

البت جنگ ڪانءِ اڳ ٿيل چونڊن ۾ جيئي سنڌ جي
اُميدوارن شڪستون کاڌيون؛ جنهن سبب اُن هلچل کي
ڌڪو رسيو ۽ اِهو ثابت ٿيو ته جيئي سنڌ جو تحرڪ
بنگلا جيان سنڌ جي پوري عوام تائين نه پهتو هو ۽ ته
سنڌ کي بنگلا بطرز ۾ اڃا وڌيڪ اِنقلابي تحريڪ جي
ضرورت هئي؛ ۽ جا ڪنهن وقت به ڀڙڪو کائي سگهي ٿي.

موهن، پنهنجي رفيقن سان گڏ سنڌ جون حالتون
جاچي رهيو هو. هن ائين محسوس ڪيو ته اِها تحريڪ
هند جي سنڌين جي تحريڪ جيان صحيح منزل ڏانهن
هلائي ٿي وڃي. البت ٻئي جنگ وقت به ٻنهي ملڪن
جي ڪن فرقيپرست پارٽين اِها ڪوشش ڪئي ته ٻنهي
ملڪن ۾ زور پوندڙ سماجوادي تحريڪ ڪمزور ٿئي ۽
هنن هزار سالن جي جنگين جا اَعلان ڪيا.

اِهي اعلان اِن تحريڪ جي عوام ۽ اُنهي اڳواڻن خوب
حامين، فنڪارن ۽ مفڪرن لاءِ للڪار هئا، جن نفاق ۽
ورهاڱي بدران، اتحاد ۽ امن تي زور ڏنو.

هند پاڪ جي پهرين جنگ وقت موهن کي آل انڊيا
ريڊيو طرفان دعوت آئي ته هو قومي مشاعري ۾ ڀاڱو
وٺي. هن انڪاري جواب موڪليو. ٻين جنگ ۾ هن کي
وري به دعوت آئي، هن وري به انڪاري جواب ڏنو.
اِن تي هڪ ادبي رسالي جي سمپادڪ هن کان انٽرويو
ورتي. انٽرويو وچ سشما ۽ موهن جي جواب ڏيڻ وچ ۾
چانهه ۽ مسڪراهٽن سان دخل اندازي ٿي ڪئي.

”جناب موهن، اوهان ريڊيو تي قومي مشاعري ۾ ڀاڱو
ڇو نه ورتو؟“

”ڇو جو مان جنگ جي خلاف آهيان ۽ اهڙي موقعي
تي جنگ خلاف شعر پڙهڻ عام طور مروج دستور خلاف
آهي، محض ٻين کان مختلف ٿي ڏيکارڻ جو شوق مونکي
نه آهي.“

”مگر اِها جنگ هندستان تي مڙهي وئي آهي.“

”هندستان ڇا آهي؟ - راڄ؟ سرحدون؟ - بند،
نديون؟ اهي ته پاڪستان ۾ به آهن.“

”جنگ هندستان جي ماڻهن تي مڙهي وئي آهي.“

”جنگ پاڪستان جي ماڻهن تي به مڙهي وئي آهي.
ڪنهن به ملڪ جي عوام ڪڏهن به جنگ نه چاهي آهي.

ڪير به ائين چئي نه سگهندو ته هندستانين کي پنهنجو وطن ڪان
وڌيڪ ساهه پيارو آهي."

"مگر حق ۽ انصاف جو طرف ته وڃڻو پوندو؟"

"اسان حق ۽ انصاف کي مذهب جو پوچو هڻي
اُن جو اصل رنگ ۽ سڃاڻپ لڪائي ڇڏي آهي. منهنجو
مادر وطن وادي ء سنڌ آهي. اڄ جڏهن اُن زمين مٿان
هندستان جا بم ڪرن ٿا ته ان تي مان ڪهڙي حق ۽
انصاف جي بنياد تي خوشي ڪريان!؟ نيڪ اِن طرح
اُتر پرديش جو مهاجر، جنهن پنهنجي زندگي آگري ۾
ڪاٽي آهي، هو اِن ڳالهه تي ڪهڙي خوشي ڪندو ته
پاڪستاني جهازن آگري ۾ بم ڪيرايا آهن؟"

"پلا هند - چين جنگ بابت اوهانجو رايو؟"

"نه چيني مئا. ڇنبو دشمن جا ٻه ماڻهو مئا. ٻه
پاڪستاني مئا، ڇنبو، دشمن جا ٻه ماڻهو مئا. ٻه هندستاني
مئا، ڇنبو، اِن سورون ديش جي بچاء، عزت ۽ شان
۾ پنهنجي قرباني ڏني. مگر مان ائين سمجهندس ته
جنگ ۾ نه چيني، نه پاڪستاني، نه هندستاني مئا. مان
سمجهندس ته ڇهه انسان مري ويا!"

"جيڪڏهن هرڪو اِن طرح سوچڻ لڳي پوء ته
هندستان وري غلام ٿي ويندو."

"جيڪڏهن هر جڳهه هرڪو ائين سوچي ته پوء ڪير
غلام ٿيندو؟ چين، پاڪستان؟ عوام ۾ سڃاڳي ضروري

آهي ۽ اُها اهڙي زوردار هجي جو اُها جنگ لڳڻ ئي
نه ڏئي."

سمپادڪ ڪلڻ لڳو. چيائين، "ڇا اهو ممڪن آهي؟"

"عوام کي سجاڳ ڪرڻ جو ڪم، هن جڳهه جي
فنڪارن ۽ مفڪرن جو آهي. اُها سجاڳي هن طرح جي
هجي:

— پنهنجي ملڪ اندر اِنقلابي جمهوري سماجوادي
سنستا کي زور وٺائي اُن جي هٿ ۾ راڄ جون واڳون
وڃي ڏيڻ.

— راڄ بلڪل سيڪيولر هجي.

— جنگ غريبي، بيماري ۽ جهالت خلاف جوٽي وڃي.

— عالمگير سطح تي مٿين ٽن تحريڪن سان پنهنجي
تحريڪ کي ڳاٽي هلائي اَمن جي هاچل کي هٿي ڏجي
جو سامراجوادي ۽ ڏنڪشاهي جون طاقتون، جي پنهنجي
نفعي ۽ سلامتيءَ لاءِ قومن کي ويڙهائي ڪمزور رکنديون
اچن ٿيون. اُنهن جي همت نه ٿئي جو هو تازو آزاد ٿيل
۽ مالي طور پٺتي پيل قومن جي نصيب سان هٿ چراند
ڪري سگهن.

— هر شخص کي پنهنجي خانگي زندگيءَ جو ڪجهه
حصو اِنسانيت جي سلامتي ۽ ڀلائي لاءِ ضرور ڏيڻ گهرجي."

"مگر جنگ ٻه طرف نه وٺڻو پوندو."

"شخصي طور مون لاءِ ڪا چونڊ نه آهي."

”پولا ٻي مهاڀاري جنگ ۾ اوهان جي همدردي ڪنهن سان هئي؟“

”منهنجي من جرمنيءَ جي ماڻهن جي موت تي به اهڙو رنو، جهڙو روسين ۽ ٻين جي. دراصل اهي جنگيون مختلف نظامن جي مفادن جي ٽڪر ۾ ٿيون ٿيون، جن مان موڪي فطرتا اُن طرف جو پاسو وٺڻو پوندو، جي اُمن جي بچاءَ لاءِ ڪمشت ٿيا هئا.“

”ته ڇا هندستان ۽ پاڪستان جي جنگ به مختلف نظامن جي جنگ نه آهي؟- اسان وٽ لوڪشاهي آهي. هنن وٽ فوجي ڊڪٽيٽرشپ.“

”اُصولي طور ڳالهه صحيح آهي؛ مگر جنگ جو شڪار رواجي ماڻهو آهي؛ منهنجو هڏ هن لاءِ ڪڙڪي ٿو.“

”اهو ٺيڪ آهي، مگر جڏهن جنگ لڳي چڪي آهي ۽ توهان اُصولي طور صحيح ٿا نه اها ٻن مختلف نظامن وچ ۾ جنگ آهي ته پوءِ بهتر نظام جو طرف نه وٺڻو پوندو.“

”طرف وٺڻ اُن لحاظ کي ڪمزور ڪري ٿو، جا بنيادي طور جنگ خلاف آهي، انڪري اهڙي فضا ۾ مات ڏيڻ بهتر آهي. ٻي حالت ۾ ماڻهن کي اُڀارڻ بدران ماڻهن کي اَمن جي حق ۾ سجاڳ ڪرڻ بهتر آهي، ڇو جو جنگ جو فائدو سامراجواديءَ ۽ سرمائيدار وٽن ٿو؛ انڪري اُصولي ڳالهه کي قبول ڪندي به، اُنهن جهڙي هٿن ۾ کيڏڻ غلط آهي. هر طرف پنهنجا ماڻهو آهن. مان جڏهن

اُنھن کي ڏسان ٿو ته مون ۾ پيرن هيٺان ڌرتي کسڪڻ لڳي.“

”جڏھن ھرطرف پنھنجا ماڻھو آھن ته پوءِ هندستان جي ماڻھن ۾ جذب ٿي وڃڻ کان سنڌين کي ڪھڙو ڊپ آهي؟“

موهن کلي پڇيو، ”مگر جذب ٿيڻ ئي ڇو؟ جيڪڏھن جذب ٿيڻو هجي ها ته پوءِ اسين پاڪستان ۾ به جذب ٿي سگهون ها!“

”مگر اُتي سنڌين کي مذهب بدلائڻو پئي ها!“

”جيئن هتي ٻولي بدلائڻي پوندي.“

”مگر ٻولي بدلائڻ بعد به پارسي هتي پنھنجو جداگانه وجود ۽ الڳ سڃاڻپ رکي سگھيا آھن.“

”پارسين جي جداگانه وجود ۽ سڃاڻپ جو بنياد مذهب آهي؛ جيڪڏھن هندستان ۾، جتي گهڻن جو مذهب هندو آهي، اُتي سنڌي هندو پنھنجي زبان ڇڏيندا ته هنن کي ڪھڙو الڳ بنياد آهي؛ جنھن مٿان هو پنھنجو جداگانه وجود ۽ الڳ سڃاڻپ قائم رکي سگهندا؟“ موهن اختياريءَ سان چيو، ”اُنجو بنياد صرف سنڌي ٻولي ۽ سنڌي لپي آهي.“

”ان حالت ۾ سنڌي پنھنجي مختلف مذهب سان، سنڌ ۾ رهي سگھن ها.“

”اهو تاريخ جو هڪ ترڇڪ حادثو آهي جو اسان کي

پنهنجو وطن ڇڏڻو پيو. محمد علي جناح شايد بنيادي طور
اسلام جي معنيٰ نه سمجهي. اڄ کان اٽڪل ١٣ صديون اڳ
حضرت محمد چيو ته اهو قرآن ۾ لکيل آهي ته مسلمانو،
دنيا جي هر طرف پکڙجي وڃو ۽ ماڻهن کي مهذب
بڻايو. قرآن ۾ ڪٿي به ائين نه چيل آهي ته فلاڻي ٽڪري
تي پنهنجا خيما کوڙي پنهنجي هڪ الڳ قوم بڻايو. ان
ڪري، فلسفي جي نقطه نظر کان ڪنهن اسلامي راڄ جو
وجود هڪ وهم آهي. وقت اهو ثابت ڪندو ته بنگلا
ديش جي آزادي انهيءَ جو هڪ مثال آهي. اهڙا جناح هندن
۾ به هئا ۽ آهن، جن مسلمانن کي ڪڏهن به پنهنجو نه سمجهيو
ان پنيان هن پوري اپکنڊ جي تاريخ جي لعنت آهي.
ساڳيءَ طرح سامراجوادي انگريزن اهو نيڪو سمجهيو ته
هندستان ۾ اُتي جي ٻن وڏن فرقن، هندن ۽ مسلمانن ۾
نفاق ۽ نفرت پيدا ڪن، انڪري هنن هندستان جي
آزاديءَ کان وڌيڪ هندن ۽ مسلمانن جي نام نهاد عيوضي
جماعتن جي مذهبي شڪايتن کي گهڻي اهميت ڏني ۽
انهن کي زور وٺائي، قومي تحريڪ جو ڪرنگهو ڀڃي
ڇڏيو. اهڙي ماحول ۾ سنڌي هندن لاءِ سنڌ ۾ رهڻ
مشڪل ٿي پيو، ڇو جو جو پنجاب ۽ بنگال ۾ ٿيو هو،
ان جو پڙاڏو نه سنڌ مان بدلي ۾ نٿي آيو، جو بنيادي
طور سنڌي مسلمان به پنهنجي زمين ۽ مرڪب سنڌي
ڪلچر جا حامي رهيا آهن، مگر اُتي، جي اتر پرديش ۽

ٻهار جا مهاجر اَچڻ لڳا، ته سنڌي هندن کي وطن ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو. ٦ جنوري ١٩٤٨ع ۾ ڪراچيءَ اندر مهاجرن جا فساد اُنجو تاريخي مثال آهي - جيتوڻيڪ اِن پوري ٽريجڊي جو ڪارڻ انگريز سامراجوادي آهن."

"اُنجو علاج؟"

"اُها غلطي جا ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ڪئي، اُنکي درست ڪيو وڃي."

"مگر ڪتابن ۾ ڪڏهن اِنقلاب آندو آهي؟"

"ڪنهن چيو؟" موهن جواب ڏنو، "ڪتاب ذهني سجاڳي پيدا ڪري سگهن ٿا. ڪير چوندو ته فرينچ اِنقلاب جي پنيان، جنهن هڪ پورو سرشتو بدلائي رهيو هو ۽ زميِنداري بدران سرمائيداري نظام وجود ۾ اچي رهيو هو، جان روسو ۽ والٽائر جي لکڻين جو اَثر نه هو؟- بدل جو سبب، پيداوار جي وسيلن ۽ اِنکري عوام جي لوٽ کسوٽ جي طريقن جي بدل هئي، جا فرانسيسي فنڪارن ڏٺي ۽ لکي. اُن جو پڙاڏو فرانس جي وڏن مان ظاهر آهي. ٺيڪ ان طرح گورڪيءَ جو مثال آهي. لينن جي لفظن ۾ گورڪيءَ جو ناول ماءُ روسي اِنقلاب جي رسم - الخط آهي."

"چڱو، هڪ سنڌي هئڻ جي ناتي تو گذريل پنجاهن سالن ۾ ڇا محسوس ڪيو آهي؟"

موهن ٿڌي آه ڀري چيو: "اِهو ته مان سنڌي

آهيان؛ ۽ جيئن ته منهنجي پيرن هيٺان زمين ڪونهي؛ اِنڪري مان هوا ۾ بيٺو آهيان. منهنجي اهڙي حالت تي هرهنڌ منهنجو مذاق اُڏايو ويو آهي ۽ منهنجو اندر ڪاٽڻ لڳو آهي. مان رفتہ رفتہ اندران ختم ٿي رهيو آهيان.”

”هڪ فنڪار جي ناتي تون پنهنجي اِن اندروني خاتمي کي ڪيئن پيش ڪرڻ چاهيندين؟“

”اِئين ته بنا زمين مان هوا ۾ لٽڪيو پيو آهيان ۽ اندران ختم ٿي رهيو آهيان؛ ۽ جيئڙو اندران ختم ٿي رهيو آهيان، اوترو وطن ڏانهن رغبت ڇڪجي رهي آهي.“

سمپادڪ جي وڃڻ بعد موهن ڪڙڪي ٻاهران نهارڻ لڳو. شفق ۾ شام جو لنئل منهن ڏسي هن محسوس ڪيو، اُها ئي شام ڪنهن لاءِ اوچتي ڳاٽ مسڪرائيندڙي هوندي. آندر جو درد، قدرت جي ڪئنواس تي ڦهليو ويو ۽ پوءِ قدرت پنهنجي رد-عمل يا ٽڙانڍ يا نتيجي ۾ اِنسان جي درد جي ربط ۾ ٻڌي هن سان پنهنجي هم آهنگي ظاهر ڪري.

موهن جڏهن چيو ته مان بنا زمين هوا ۾ لٽڪيو پيو آهيان ۽ اندران ختم ٿي رهيو آهيان تڏهن سمپادڪ جي اکين ۾ هڪ ڪن لاءِ وڄ ڪنوڻي اُٿي ۽ هن جي وڃڻ بعد موهن سوچڻ لڳو ته سندس جو اِهو اندروني خاتمو ڪٿي هن جي جداگانه هستي ۽ الڳ سڃاڻپ جي تحريڪ کي ڪمزور ته نه ڪندو؟

آخر سنڌ جي ڪهڙي زمين آهي؟-

سنڌونگر، گاڌيڌام؟ سنڌ جي پنهنجي ڪا زمين نہ آهي. ٻوليءَ کي ڪوٽ جنم ڏيندا آهن ۽ جيئن تہ هندستان ۾ سنڌي ڪوٽ ڪونهن، اِنڪري سنڌي ٻوليءَ کي اندران ذڪ لڳي رهيو آهي. هندستان جي قومي سطح تي سنڌي ٻوليءَ جو ڪو واهپو ڪونهي. اهو ٻيو ذڪ آهي، جو سنڌي زبان کي لڳو آهي. ۽ جيئن تہ سنڌي ڪي قدر ڏنڊوڙي آهن، اسانجو هڪ حصو پنهنجي مادري زبان جي ڄاڻ کان محروم ٿيڻ لڳو آهي. تڏهن ڇا اَسين تاريخ جي وهڪ جي اُبتي طرف ترڙي رهيا آهيون؟-

مٿان لپي بدلائڻ جو تحرڪ جاري آهي. ڪن شخصن کي سنڌي ٻوليءَ لاءِ سنڌي نہ هندي لپي کپي. ڀلامانس چون ٿا تہ اُها اسان جي اَصلوڪي لپي آهي. ڪنهن دور ۾ عرب س جو اُچار ڪري نہ سگهيا اِنڪري هنن سنڌ کي هند سڏيو. هنن ماڻهن کي اِهو تحرڪ هلائڻ گهرجي تہ هند جو اَصلوڪو نالو سنڌ قبول ڪيو وڃي. هونءَ بہ اِنڊيا لفظ اِنڊس يعني سنڌوءَ مان نڪتو آهي.

اُن ڏينهن محفل ۾ هڪ اهڙي ودوان چيو:

”هندي لپي، اُردو ۽ سنڌي يعني عربي لپيءَ کي ڇڏي ساڄي کان کابي پڙهي ٿي وڃي. هندي لپي دنيا جي عظيم لپي آهي. اَڄ هڪ مرهٽي يا گجراتي يا بنگالي

يا اُتر پرديش، راجستان، بهار، هماچل پرديش، هريانا
پرانت جي هندوءَ جي ٻار ۾ سنڌي ڪتاب پڙهڻ سان
اُهو شخص ائين نه سمجهندو ته تون مسلمان آهين؟"

"جيڪڏهن هو مونکي مسلمان سمجهي به ته ان ۾
هن کي ڪهڙو اعتراض ٿي سگهي ٿو؟ هيءَ ڪهڙي
سيڪيولرزم آهي جتي جذباتي ايڪتا جي ڀهاني اسان
جي پوري ساهت ۽ تمدن تي حملو ڪيو وڃي ٿو؟—
هن ملڪ ۾ ست ڪروڙ مسلمان رهن ٿا. تهن هڪ
مسلمان جي ٻاسي ۾ وهڻ سان اوهين هن کي ڏاريو
سمجهندا؟"

"عربي قرآن جي لپي آهي."

"جيڪڏهن ان ڳالهه کي قبول ڪجي ته ان حساب
سان به سنڌي لپيءَ سان هٿ ڇراند نه ڪرڻ گهرجي جو
قرآن هڪ پاڪ ۽ مقدس ڪتاب آهي، جيئن بائيبل ۽ گيتا
آهن. مگر تنهنجو مطلب اِهو آهي ته اُها ڌاري لپي آهي؛
يعني اوهانجي نقط نگاه پٺيان مذهبي تعصب آهي. مگر
مذهب ڇا لپيءَ جي ڀاريءَ سان ڀاري سگهجي ٿو؟"

"مطلب؟"

"ڇا سنڌي يا عربي لپي ۾ گيتا پڙهڻ سان اوهانکي
قرآن جا خيال ايندا؟— رومن لپيءَ ۾ قرآن پڙهڻ سان
بائيبل جا وچار ايندا؟— هندي لپيءَ ۾ بائيبل پڙهڻ سان
گيتا جا وچار ايندا؟ لپي پنهنجي وچارن کي اظهار

ڏيڻ جي هڪ علامت آهي. مذهب کي اُن ۾ پنهنجي
ٽنگ اڙائڻ ڇو کھرجي؟- بنگلا ديش جي آزاد ٿيڻ جو
ٻهراهون سبب اهو هو ته اَڄ کان اَٽڪل ويهه سال اڳ اُنهين
اولهه پاڪستان جي بنگلا ٻولي جي لپي قرآني عربي
ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. تڏهن زمين جو اهو
ٽڪر اِسلامي قبول ڪيل هو ۽ اُن وقت اسلام جي
پوئلڳن پنهنجي زبان ۽ تمدن جي بچاءُ ۾ هڪ زبردست
تحرڪ برپا ڪيو. هنن ثابت ڪيو ته لپيءَ جو مذهب سان
واسطو ڪونهي. اُهــي شخص روزا رکندڙ هئا؛ مسجد ۾
ويندڙ ۽ نماز پڙهندڙ هئا، مگر هنن، مسلمان هوندي بـه،
پنهنجي ٻوليءَ لاءِ، تنهنجي ليبل موجب، قرآن جي لپي
قبول نه ڪئي. يعني هڪ تعصبي ملڪ ۾ تعصب جي
نيتي هار کاڌي، مگر هندستان ته سيڪيولر ملڪ آهي.
اِتي اهو سوال اُٿڻ ئي ڇو گهرجي؟"

"يعني؟"

"يعني اُهي چند شخص، جن ورهاڱي بعد سنڌي
ٻوليءَ لاءِ ديوناگري يا هندي لپي قبول ڪرڻ جو ٺهراءُ
پاس ڪيو، اُنهن جي سينن ۾ ٽاربخ جي مـار کاڌل
فرقيپرست وينا هئا. هوُ ملڪ ڇڏي پنهنجو وجود گهورڻ
لاءِ تيار ٿيا. ۽ جيئن طلاق بعد واسطيدار زال مڙس هڪ
ٻئي کي پنهنجون چيزون واپس ڪندا آهن؛ ورهاڱي
کان ذهني طور زخميل هنن شخصن چيو: وٺو پنهنجي

لپي واپس. اُن وقت جيڪڏهن هـوُ پنهنجا ڪوٽ ۽ پتلون لاهي انگريزن کي ڏئي ها ته وٺو پنهنجي پوشاڪ واپس ته هنن جي اهڙي اُگهاڙپ مان سندن اندر جي سچائي ظاهر ٿئي ها. پر ان مان هو نه سوچيو ته سنڌي لپي، هند ۽ سنڌ ۽ ٻاهر رهندڙ هڪ ڪروڙ سنڌين جـي لپي آهـي."

"مگر مولانا آزاد ته مسلمان هو ۽ اُن وقت هندستان جو تعليمي وزير هو. هن سنڌي ٻوليءَ لاءِ ديوناگريءَ جو ڦيرو ڇو قبول ڪيو؟"

"شايد انڪري ته جيڪڏهن هوُ انڪار ڪري ها ته اوهين ۽ هندستان جا اٽڪل ٽيه ڪروڙ هندي پرست هن مٿان مسلم فرقي پرستيءَ جو الزام هڻن ها. مگر مولانا کي سوال جي تهه ۾ اونهو وڃي اهو ڦيرو ڏنڊ ڪپندو هو ۽ اُن لاءِ هڪ سبب ڪافي هو ته ان ڦيرائڻ ۾ اٽڪل ٽيهه چاليهه شخص هئا ۽ اُن پٺيان، ڪا عوامي هلچل نـه هئي. هنن شخصن اهو به وساري ڇڏيو تـه لپي سنڌ ۽ هند جي مسلمانن وچ ۾ هڪ پل هئي ۽ آهي. اسان جو گڏيل مرڪب ۽ ڪلچر آهي. اسين پنهنجي ان حق تان دست بردار ٿيڻ کان منڪر آهيون."

موهن اڪيون پوري سوچي رهيو هو. سشما ۽ گيتا ڪيتري وقت کان هن جي سامهون ويٺيون هيون ۽ هن جڏهن اکيون کوليون تڏهن سشما چيو، "اهڙي بي باڪ

اِنٽرويو ڏيڻ مان فائدو؟"

"سشما" موهن مشڪي چيو، "اندر جو سچ ظاهر ڪرڻ لاءِ ڇا فائدو نقصان سوچبو آهي؟"

گيتا موهن جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو، "دادا، اوهان گهڻي شاعري ڪئي آهي، مگر لفظن سان ماڻهن جون سرحدون ڏٺيون نه آهن." ويهن سالن جي نوجوان ۽ سنڌيءَ ۾ ايم. اي. جي تياري ڪندڙ ڌيءُ چيو، "اوهان مونکي سنڌ جون تمام گهڻيون ڳالهيون ٻڌايون آهن. اوهان جا سڀ دوست جيئي- سنڌ ۽ جيئي سنڌي پڪارين ٿا. مگر جي ليکڪ ۽ شاعر هڪ ٻئي کي آئسڪريم نٿا کارائي سگهن، اهي سنڌين کي ڪيئن سنڌ وٺي هلندا؟"

سشما چيو، "اُها ته هڪ پليٽ هُئي گيتا، جنهن تي ڪانگريس مسلم ليگ کي آئسڪريم ڏيڻ بدران پاڪستان ڏنو. اِقبال جي اُن شعر آپگهات ڪيو، جنهن ۾ هن چيو: ساري جهان سي اَڇا هندستان همارا."

"مان جيڪر هيئن چوان": گيتا چيو، "ساري جهان سي اَڇا سارا جهان همارا."

منهن مان روشنيءَ جا ڦوهارا وهائيندڙ چيائين، "گرديو ٽئگور آمار سونار بنگلا جو گيت لکيو آهي. هر قومي شاعر لاءِ هن جو ملڪ آمار سونار آهي؛ ان حساب سان ائين چوڻ گهرجي: آمار سونار ڌرتي ماتا."

۽ موهن سوچڻ لڳو: اسان جي هڪ پيڙهي ورهاڱي جي غلطي محسوس ڪئي آهي. ڇا ايندڙ پيڙهي اُنکي درست نه ڪندي؟ بنگالي پنهنجي تاريخ ۽ روايت موجب اِنقلابي ۽ خواب پسند آهن، مگر هنن جي هڪ پيڙهي اُن غلطيءَ کي محسوس ڪري درست نه ڪيو ۽ اِنقلاب ذريعي پنهنجي خوابن کي تعبير ڏني. ڇا سنڌي ائين نه ڪندا، پنجابي ائين نه ڪندا؟-

هن اُپکنڊ جي گرپ ۾ نئين هندستان جو سپنو ساڪيات ٿيڻ لاءِ تاريخ ڏانهن نهاري رهيو آهي؟- آخر ڇا ٿيندو: هندن مسلمانن سکن پارسين عيسائين جو هڪ جمهوري، سماجوادي، سيڪيولر هندستان؟- يا گرپ پاٽ ٿيندو ۽ هندستان پاڪستان ٽڪر ٽڪر ٿي ويندا؟-

سوچڻ اِنسان جي فطرت آهي. مگر شاعر وڌيڪ حساس ٿئي ٿو.

سوچڻ موهن جي وجود جي سچائپ آهي.

وقت گذرندو رهيو ۽ موهن سوچيندو رهيو: هر هنڌ سنڌي ميلا ۽ سميلن. چيٽي چنڊ جون رئليون ۽ شاهه جا ڏينهن. البت وڳور ٿين ٿا. اُنجو پهريون شڪار سنڌي ٿين. سنڌين ٿوري وقت ۾ گهڻي آرٿڪ ترقي ڪئي آهي ۽ اِها حقيقت ٻين جي اکين ۾ سٽيءَ جيان چڀي ٿي. اهڙي ذلت ٿي سنڌي پنهنجي غير سلامتيءَ سبب زمين ٽڪري لاءِ واجهائين ٿا ۽ مگر اُهو ڪٿ ملڻو نه آهي،

اِنڪري ڦري گھري هنن جون نگاهون سنڌ ڏانهن ورن ٿيون.

اُن ڏينهن سنڌي ميلي ۾ هڪ سنڌي سرمائيدار مون کان پڇيو، ”جيڪڏهن سنڌ جو رستو ڪابه وجهي نه، تون سمجهين ٿو ته سنڌي اُٿي هلندا؟“

مون مشڪي شعر چيو:

”رت ڪي پنهنجي آ زبان
وقت تي ڳالهائيندي، سنڌ جي مٽي.“

بنگلا ديش جي آزادي مون ۾ نئون روح ڦوڪيو؛ هوءُ سوچيندو رهي ٿو:

جناح جو سپنو مٽيءَ ۾ ملي ويو. ٻن قومن جو اُصول مٽيءَ ۾ ملي ويو. اِها حقيقت ديوار تي لکيل ڪهڙي فتوا ٻڌائيندي: هند - پاڪ بنگلا هڪ ٿي ويندا، يا وڌيڪ قومن جو نئون نظريو اپنايو ويندو؟

آزاد بنگلا؟

آزاد تاملناڊ؟

آزاد ڪشمير؟

آزاد پنجاب، هريانه، مڌيه پرديش، مهاراشٽر، گجرات، هماچل پرديش، اُتر پرديش، آندرا، ڪرناٽڪا، ڪيرالا، پانڊيچري، بهار، آسام، اروناچل، اِنڊمان، سنڌ بلوچستان، پختونستان؟

ڇا اِنهن سڀني کي ڪرن ڪي ملائي ڪو طاقتور

سماجوادي ملڪ بڻائي نٿو سگهجي؟

هند ۽ سنڌ.

وچ ۾ هڪ ديوار آهي. شفاف شيشي جي. ڏسڻ ۾ نٿي اچي. وقت آهستي آهستي اُن ديوار کي مضبوط ڪندو وڃي ٿو. واپس ورڻ جي اُميد ۾ هڪ پيڙهي صفحي هستيءَ تان مٽجي وئي آهي ۽ ٻي پيڙهيءَ جي ذهن ۾ محض ڌنڌلا نقش آهن. ٽين پيڙهي پيدائي هندستان ۾ ٿي آهي.

بيوسيءَ جو اَحساس، ڪوٺڙي جي چار ڇيان من ۾ ڦهلجندو ويو آهي ۽ من جي ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪي ويٺل زنده اُميد جڙ اُن ڄاري ۾ ڦاسڻ لڳي آهي.

هر عورت ۾ ماءُ جي ممتا ٿيندي آهي؛ مگر هڪ ٻت کي محض پنهنجي ماءُ جي گود ۾، سڪون ملندو آهي.

هونءَ ته ڌرتي پوري ڌرتي، اِنسان جي ماتا آهي، مگر هڪ روسيءَ کي جو سڪون روس ۾ ملندو، اهو چين ۾ نه ملندو. انگريز کي جو مزو انگلنڊ ۾ ملندو، سو فرانس ۾ نه ملندو. هڪ جرمن اِٽليءَ ۾ اِن رهت خوش رهي نه سگهندو. اِن طرح سنڌين جو روحاني سک سنڌ جي زمين ۾ سمايل آهي.

مان مانسڪ طور اُن زمين سان جڪڙيو پيو آهيان مگر جسماني طور؟- ڪڙي ٿي وئي اُها شيشي جي ديوار، جنهن جو بنياد مذهب تي ٻڌل آهي. ٽوڙو ڪنڌ مٿي

ڪر تہ سر تي اُها ديوار لڳي ۽ مان رتو رت ٿي وڃان.

مون اِن ريت هندستان جي هر سنڌيءَ کي رتو رت ٿيندو ڏٺو آهي. ڇو آچاريہ ڪرپلاڻي سنان جاءِ ۾ شاه جا بيت جهونگاريندي روئيندو، جڏهن هنجي پالنا، ترقي اُسر ۽ اوسر هندستان ۾ ٿي آهي؟-

انهن تہ ٻاهران اَسين سڀني سان ملون ٿا، مگر سنڌي هئڻ جو اَحساس، اسان کي هنن جي ماڻهن ۾ اَجنبي بڻائي ويو آهي ۽ مان جڏهن دانهن ڪري چوان ٿو: او اَمڙ، ڪڏهن مون کي تنهنجو درشن نصيب ٿيندو تہ مون کي چيو ٿو وڃي تہ تون غدار آهين. توکي سلوار ۽ ترڪي ٽوپي پائڻ گهرجي! هتي هندي پرستي ثواب ۽ وطن پرستي سنگين گناه آهي!

سنڌين کي هندي سامراجواد ۽ هندو فرقيپرستيءَ کان بچڻو آهي ۽ اَسين بچي سگهون ٿا. اَسان وٽ: هي رام سان گڏ: يا الله بہ آهي!

سنڌيت جو بچاءُ سنڌي تصوف ۾ آهي.

سنڌين جي آرٽڪ ترقي موڙ کائيندي. لوڪمانيہ تلڪ چيو آهي تہ اِنسان جڏهن آرٿڪ طور خوشحال ٿيندو آهي تہ هنجو من روحانيت ڏانهن پڇڻ لڳندو آهي ۽ اُها روحانيت قومي گيت ۾ آهي، ڪلا ۽ ساهت ۾ آهي ۽ اُنجي رچنا اُن زمين تي ٿئي ٿي، جنهن اُن شخص کي پڻ جنم ڏنو آهي.

کھڙي آهي اُها زمين ؟-
سنڌ
مادر - وطن سنڌ!
ڇا وقت تي وطن جي مٽي نہ ڳالھائيندي ؟
ڇا وقت تي رت پنھنجي زبان نہ کوليندو ؟

سوني لنڪا کي فتح ڪرڻ بعد لڇمڻ چيو: پرانا، غريب اَيوڌيا نگريءَ ۾ ڇا رکيو آهي ؟

رام چيو: ڀلي لنڪا سوني هجي، مگر مون کي اُها نٿي موهي جنهن جنم ڀومي ئي مون لاءِ سڀ ڪجهه آهي، جتي راحت آهي، خوشي آهي.

اَحمدآباد ۾ سنڌين جا دڪان لٽيا ويا!
ناگپور ۾ بہ!
گوهاٽيءَ ۾ بہ!

نہ اَسين ڪنھن سان بہ جذب ٿيڻ وارا نہ آهيون. اَوهان جڏهن ڪنھن هڪ سنڌيءَ کي ٺڪُرُ هڻندؤ، هن جو دڪان جلائيو، اوهان اسان تي اِهو اَحسان ڪيو. توهان اَسانجيون اَکيون کوليون ۽ سبق سيکاريو تہ پنھنجي زمين کان سواءِ اَسان جو وجود محض هڪ عبث آهي ۽ اسان جي زمين سنڌ آهي.

سنڌي سميلن ۾ هزارن ماڻھن اَڳيان هڪ شاهي مشاعري ۾ هڪ نوجوان شاعر پنھنجو گيت ڳائي رهيو آهي:

وطن جيئي لئه جان، گهوري ڇوء ٻه ٽوري
سنڌين جان نه گهوري، وطن گهوري آيا.

وطن گهوري آيا، هاڻي رت روئن
پنهنجا وري پسڻ لئه تن جا نيڻ سڪن
ٻيڙيون، ڳڙ، ڪجيون، هٿ ڳولهيندي نه ملن.
ماڻهو هٿ ٻه تين، پر اسان جا ڪي ٻيا هئا.

اسان جا ڪي ٻيا هئا، جن سان هئا نينهن
اوسيڙا ائي انهن جا رهن راتيان ڏينهن
اکين سندا ميهن، منڌ نه ڏسن مهل ڪا.

منڌ نه ڏسن مهل ڪا اندر جون آهون
ملڪ موٽي وڃڻ جون ٻنڌ ٽيون واهون
سي دليون ڪن دانهون، وطن ويو جن هٿان.

وطن ويو جن هٿان ناهي تن آرام
ڪڌهن وري ڪينڪي ڪنهن ڪان پنهنجو ڳام
ڏيون هٿ ٻه جام ٻڙ سنڌوءَ ۾ ڪو ساه تين.

سنڌوءَ ۾ تين ساهه جو سنڌوءَ ڀائڻ ماءُ
پنهنجا نيٺ پنهنجا ڏاريس ڪهڙو ساءُ
ڪهڙو لڳو واءُ، هڪڙا هتي ٻيا هتي.

هڪڙا هتي ٻيا هتي سڌي ٽيا ٻيئي
ٻير هڪڙا سنڌي ڏيهي ٻيا ٻير ڏيهي
ماڻهو هڪڙا ئي پر رهن راڄن ٻن ۾.

ماڻهن ۾ ڪا چرپر ڪو نهي. هرڪو جڏهن سنڌ پهچي
ويو آهي. اکين دروشني وڃائي ڇڏي آهي. مون ڏسڻ
شروع ڪيو آهي. هرڪو پنهنجي شهر، پنهنجي ڳوٺ،
پنهنجي گهٽي، پنهنجي گهر پهچي ويو آهي.

هڪ مڪ هوا ۾ اُڏندي ۽ اُن ديوار کي ٽڪر ڪندي،
جنهن سنڌ ۽ هند جي سنڌين کي الڳ رکيو آهي!

ڪڏهن هوا ۾ ڪجهائي اها مک ؟-

مان ماسڪو وڃي سگهان ٿو، مانٽريال، پيڪنگ، اِستانبل
وڃي سگهان ٿو. مگر مان سنڌ وڃي نٿو سگهان ؟-

ڇو ؟

ڇو مان سنڌ وڃي نٿو سگهان ؟- ڇو جو مان سنڌي
آهيان. مون وطن مٿان جان نه، جان مٿان وطن گهو ريو
آهي ؟- اِنڪري مان جلاوطن آهيان. هڪ شاهي پيڙ ۾
اَجنبي ؟

نه، مان اُن ديش ڀڳتيءَ کي نٿو مڃان، جا مختلف
مذهب جي بهاني مونکي مجبور ٿي ڪري ته مان
هڪ اِنسان جي رت سان هٿ رڱيان. بجاءِ اِن جي ته مان
خون جي هولي کيڏيان اِن کان بهتر آهي ته مان پيچي
وڃان. مون ائين ڪيو آهي ۽ مون کي اِن تي ناز آهي.
مان ڇاڪاڻ ته تصوف منهنجي رت ۾ آهي ۽
اُهو تصوف مٽن جي ڌرتي جي تهذيب جي ڏين آهي؛
اُهو فلسفو، جو منهنجي زمين مان پيدا ٿيو آهي، سنڌوءَ جي

ڪپ تان، ڪيترن مان، سنتن ۽ درويشن جي ڪچهرين مان.
هندن ۽ مسلمانن جي دوستين ۽ ڀائپين مان.

مگر تاريخ ۾ پڙهڻ ڇا آهي؟-

يهودي ٻه ته ٻه هزار سال اڳ پنهنجي مادر - وطن مان ڀڄي ويا هئا ۽ هاڻ هو پنهنجي زمين تي مظبوط، اڏول بيٺا آهن.

تاريخ ۾ پڙهڻ ڇا آهي؟-

مان هڪ ماڻهوءَ جي ڇاتيءَ ۾ ڇرو هڻان ۽ چوان ته مان ديش ڀڳت آهيان؟ غازي آهيان؟- مان اِن غلط نظرئي جي خلاف آهيان. مان اهڙو ناپاڪ ڪم ڪرڻ کان درياهه ۾ ٽپو ڏيڻ پسند ڪندس. مگر درياهه ۾ ٽپو ڏيڻ ڇا آهي؟- تاريخ ۾ اِنجي ڪهڙي وياکيا ٿيندي؟-

موهن سوچڻ ۽ لکڻ لڳيتو ۽ پنهنجي واري اچڻ سان مشاعري ۾ هڪ ڪوتا پڙهي ٿو:

ڪنهن چيو مون جان لئه گهوريو وطن؟
ڪنهن چيو مان سنڌ مان آهيان ڀڳو؟

مان

ته

بس

اِتهاس

۾

موڪل

ٿي
آهيان !
هڪ صدي يا اَڌ صدي .......
هڪ صدي اِتهاس ۾
ڄڻ فلم جي ڪا آهه اِنٽرول
اوچتو "سڪ ليو" جڻ دفتر مان ورتل
مون ڏني اِتهاس ۾ آ
هڪ ٽُپي
پل مٿي لس ليٽ لڙ لهرون هڻن .......

— موهن ڪلپنا
جمع ١٩ اپريل ١٩٧٤ ۔

C/654
Ulhasnagar-4.

# مکيہ درستيون

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٧ | ٩ | گهٽن | مٿني |
| ٧ | ١٦ | بي رحمي | بيوسي |
| ٤٢ | ٩ | ٿيءَ | ٻُڌيءَ |
| ٥٥ | ٨ | اِسکيو | سکيو |
| ٧١ | ١٠ | ڪ | هڪ |
| ٧٩ | ٢ | ٻهڪنڊڙ | مهڪنڊڙ |
| ٨٧ | ١٦ | اِئين | اِئين نہ |
| ٩١ | ١٢ | نيڪو | نيڪ |
| ٩٥ | ٥ | ني | ٿي |
| ٩٥ | ٢١ | هنري | هندي |
| ٩٦ | ٢٠ | ڇيڻن | ڇيڻَن |
| ١٠٢ | ١٠ | توتي | توکي |
| ١٠٤ | ٥ | ڏيڙ | ٻيڙ |

---

نوٽ :- صفحہ ١٠٤ تي ذيل شعر شري ڪرشن راهيءَ جو رچيل آهي.

KOONJ August 1974 Regd- No. MH/South 400
Registred as a Newspaper in India No- R. N. 11551/61